# سنڌ سڏي ٿي پئي

(شاعري)

مظفر چانڊيو

پرواز پبليڪيشن

# سنڌ سڏي ٿي پئي

(شاعري)

مظفر چانڊيو

پرواز پبليڪيشن

پهريون ڇاپو: 2016ع
ڪتاب جو نالو: سنڌ سڏي ٿي پئي (شاعري)
سرجڻهار: مظفر چانڊيو
لي آئوٽ: امان الله ڀٽي
ڇپيندڙ: ذڪي سنز پرنٽرس ڪراچي
ڇپائيندڙ: پروڙ پبليڪيشن ڪراچي

قيمت: 250/= رپيا

ملڻ جا هنڌ
سنڌ جا سڀ وڏا بوڪ اسٽال

# ارپنا

آءٌ ارپيان ٿو هي ڪتاب
پنهنجي منٺڙي ماءُ،
وفادار وني
۽ گلن جهڙن پيارن ٻارن
ٻالاچ ۽ سنڌيا کي،
جيڪي هميشہ سنڌ جيان
منهنجو ايمان، اتساهہ ۽ اُميد رهيا آهن.

# فهرست

# ٻه اکر

ڏکي غلامي قومن کان خواب ٻه کسي وٺندي آهي پر اها کھڙي سگھه آهي جيڪا فردن کي آجپي جي خوابن سان موت جي منهن ۾ به زنده رکندي آهي؟ اکيون جيڪي وطن وانگر ويڳاڻيون ٿي ويون آهن پر پوءِ به هڪ سندر سپنو سنڀالي هلن ٿيون! زندگي جو وڏو حصو ان خواب جي آبياري ۾ گذري ويو آهي ۽ ڪڏهن حالتون ان خواب کي ديواني جي خواب وانگر ڏنڊلو ڪري ڇڏن ٿيون پر گھايل گھوٽن جا ڇچريل لاشا، پٽرن جا حوصلا ۽ مائرن جي ارڏائي ڏسي، سپني ساڀيان ٿيڻ جو يقين پختو ٿي ويندو آهي. اهو عشق ئي ته آهي جنهن سهٽي کي سير ۾ لاٿو سسئي ڀنڀور کي باهه ڏئي بيابانن ۾ برن ڏانهن منهن ڪيو ۽ مومل ڪاڪ جون ڪرامتون ۽ سُک ڇڏي راٽي کي ريجهائڻ جا جتن ڪيا.

ٻٽي مڪاني نظام جي ڪامياب تحريڪ کانپوءِ مون سمجهيو ته هاڻي سنڌ جا قلمڪار ۽ دانشور پنهنجا خسيس ۽ ذاتي فائدا ڇڏي ماڻهن جا پرجهلو ٿي بيهندا ۽ انهن جي رهنمائي ڪندا، ڇو ته سنڌ جون قومپرست پارٽيون ۽ قيادت ماڻهن کي مايوسي ۽ ويڳاڻاٽپ کان نه ڪڍي سگھيون آهن. بدقسمتيءَ سان غلام قومن کي جيڪي بيماريون ۽ مشڪلاتون درپيش رهيون آهن، سنڌ انهن عذابن کي ڪجهه وڌيڪ ڀوڳي رهي آهي.

ڪاري قانون خلاف اديبن جي جدوجهد کان ٻجي پي پي حڪومت جي اعليٰ قيادت اهو فيصلو ڪيو ته ڪنهن به صورت ۾ اديبن، دانشورن، صحافين ۽ انهن جي تنظيمن کي انگيج ڪجي ان مقصد لاءِ ڪلچر کاتي ۽ سنڌ انفارميشن کاتي کي حڪم ڪيو ويو

تہ خزاني جا در کولي ماضيءَ وانگر اديبڻن ۽ غريبڙن جي خريد و فروخت ڪئي وڃي تہ جيئن سنڌ ۾ ڪرپٽ پپي پپي سرڪار جي خراب حڪمراني ۽ زرداري ٽولي جي ڦرلٽ تي پردي داري ڪري، سنڌ کي زرداري جي بادشاهت ۾ تبديل ڪجي. ان مقصد لاءِ اهي صحافي جيڪي ٽنبدو باگو ۽ گولاڙچي گهمڻ جهڙا بہ نہ هئا، تن کي بہ سرڪاري خرچ تي دبئي گهمائي خريداريءَ لاءِ لفافا ڏنا ويا تہ ٻئي طرف ويڪائو ۽ ميراثي اديبن ۽ شاعرن کي حُسن ڪارڪردگي ايوارڊن سان نوازيو ويو ۽ منڙن دانشورن تي خاص عنايتون ڪري امن عامہ جي صلاحڪاري بورڊ ۾ ميمبر بڻائي، اديبن جي تحريڪ کي خنجر هڻائي ڪمزور ڪيو ويو. ادبي سنگت کان ڪلچر کاتي جيءِ خرچ تي مشاعرہ ڪرائي شاعرن کي لفافا ڏنا ويا، سگا کان بين الاقوامي ٻولي ڪانفرنس ڪرائي مهمانوازي ڪري هوٽل جي بلن ۽ ٻين خرچن جي مد ۾ ٻياسي لک خرچ ڪيا ويا. نالي وارن باغي ۽ دربدر شاعرن کي لکين رپين جا چيڪ ڏئي باغائي بڻايو ويو ۽ حيدرآباد ۾ ڪلچر کاتي جي عنايت سان جڳهہ ۽ سهولتون ڏئي خانہ مدهوشي جي محفلن ۽ ميڙن جا خرچ پري اديبن ۽ شاعرن کي مصروف رکيو ويو تہ جيئن اهي پپي پپي جي ڪرپٽ سنڌ سرڪار خلاف ڪنهن بہ تحريڪ جو حصو نہ ٿين.

مان هتي اها ڳالهہ واضح ڪرڻ ٿو چاهيان تہ هنن ڳالهين ڪرڻ جو مقصد ڪنهن جي دل آزاري ڪرڻ ناهي پر تاريخ جي درستگيءَ لاءِ اهو ضروري آهي تہ مان اهي حقيقتون پنهنجي ايندڙ نسلن کي ٻڌايان تہ ڪيئن وطن سان ويساهہ گهاتيءَ ۾ سنڌ جا ڪجهہ قلمڪار شامل رهيا ۽ ڪيئن زرداري مافيا سنڌ تي هڪ آفت بڻجي، سنڌ کي ٽورا بورا ڪري، ڦري لٽي، ملڪ رياض جي ڪالوني بڻائي، اسان جي ايندڙ نسلن کي ڏرتي ڏڪاٽو بڻائڻ جي سازشن ڪئي.

هن ڪتاب ۾ شامل ڪيل شاعري مون 2014ع کان جون، 2016ع تائين مٿئين بيان ڪيل ڪيفيت ۾ لکي آهي، اهي سال شايد منهنجي

زندگيءَ ۾ اڪيلائي ۽ دوستن جي ويساهه گهاتيءَ جي حوالي سان ڏاڍا تڪليف ڏيندڙ رهيا آهن، ان لاءِ ڪنهن کي منهنجي شاعريءَ ۾ جيڪڏهن ڪا تلخي محسوس ٿئي ته معافيءَ جو طلبگار آهيان، ڇو ته آئون پنهنجي عشق هٿان مجبور آهيان ۽ ساڳي وقت پنهنجي قوم ۽ وطن آڏو جوابده به آهيان.

مان خاص ٿورائتو آهيان سائين نور احمد ميمڻ جو جنهن سدائين منهنجو ساٿ ڏئي مون کي عزت بخشي آهي نه ته شايد آهو ممڪن نه هو ته ايڏو تڪڙو سنڌيڪا جهڙي اداري طرفان شاعريءَ جو منهنجو ٻيو ڪتاب پڌرو ٿئي ها، وڏا وڙ پيارا ارشاد ڪاظمي ۽ منظور سولنگي جا جن هن ڪتاب تي لکي مونکي مان ڏنو ۽ مان ٿورائتو آهيان دوست فدا لاڪو جو جنهن هن ڪتاب جي سموري شاعري پنهنجي سمارٽ فون تان ڪمپوز ڪري محفوظ بڻائي، توهان تائين پهچائي.

ساٿ سلامت_ سنڌ سلامت .

تاريخ: 15_جون، 2016ع

**مظفر چانڊيو**

ڊي_ايچ_اي، ڪراچي

# اسان جو وطن زندهہ آهي،
# مردن جي وچ ۾!

مظفر چانڊيو جي شاعريءَ جو هي مجموعو پڙهڻ کان پوءِ مونکي غير معمولي ۽ متضاد ڪيفيتن مان گذرڻو پيو آهي.

شاعريءَ جي ڪاميابي ان ۾ آهي تہ اُن جي ذريعي پڙهندڙ شاعر جي ذهن تائين پهچي وڃي ۽ ڪنهن بہ تخليق جو قدر ۽ قيمت ان ڳالهہ تي مُنحصر هوندي آهي تہ اُها ڪيتري شدت سان اهو ڪم سرانجام ڏيئي ٿي. اهو ئي سبب آهي تہ هر تخليق مختلف پسمنظر رکندڙ پڙهندڙن وٽ مختلف حيثيتون تاهيندي آهي.

منهنجي هڪ نظم جي سِٽ آهي:

”دانتي جي اِنفرنو جا نَوَ طَبَقَ آهن يا منهنجي سنڌ آ.“

مظفر چانڊيو پنهنجي شاعريءَ ذريعي اسان کي• دانتي جي ”Divine Comedy“ ♣ جي اِنفرنو♦ (دوزخ) جا نوَ ئي دائرا (طَبَقَ) گُهمائي ٿو. آئون پڙهندڙن جي آسانيءَ لاءِ انهن نَوَن ئي طبقن جا عُنوان ٻُڌائڻ چاهيندس:

Limbo (غير يقينيءَ جو دوَر)_ Lust (هِوَس)_ Gluttony (اصراف يا حد کان وڌيڪ واهپو)_ Greed (لالچ)_ Anger (ڪاوڙ)_ Heresy (بدعت)_ Violence (تشدد)_ Fraud (دوکو)_ Treachery (غداري).

---

• دانتي: اطالوي شاعر

♣ Divine Comedy: دانتي جي شاهڪار تخليق

♦ انفرنو: جهنم Divine Comedy جو پهريون حصو

مظفر جي شاعريءَ ۾ پڙهندڙ کي انفرنو جون سموريون خاصيتون سنڌ ۾ نظر اينديون. موجوده دؤر جو هر شاعر ۽ دانشور سماجي ناانصافي، جَبر ۽ استبداد ۽ انهن جي سرچشمن جو ادراڪ رکيٰ ٿو ۽ اُن لقاء بابت رويا بہ واضح آهن. هڪ رويو مفاهمت جو آهي جنهن جي صلي ۾ اچوڪن درٻارين کي خلعتون ۽ شُهرتون ملن ٿيون. ٻيو رويو فرار ۽ چشم پوشيءَ جو آهي ۽ ٽيون رويو انڪار ۽ اقرار جو آهي ۽ اُهو ئي رويو اعليٰ انساني قدرن ۽ آدرشن جو پرچم بُلند رکڻ جو رويو آهي.

اسان تہ روشنين جا راهي،
چڪي اڄ رات ڪيڏو پئي.

چندن چيلهار جا، ڏاتي ڪين چَرن،
ٻُکن منجھ مَرن، اَبهم ساري سنڌ جا.

_***_

سنڌ گدڙن جو ڪاڄ آهي
يا ڪنهن ڀڙوي ڀوتار جو راڄ آهي!!
*(گدڙ ڪائي ويا سنڌ کي)*

مظفر چانڊيو جو نظم "هڪ دانشور جو مشورو" پڙهي مونکي گيبرئيل گارشيا مارڪئيز جي شاهڪار ناول "اڪيلائيءَ جا سؤ سال" جي هِڪ سِٽ ذهن تي اُڀري آئي: "هڪ منٽ جي مفاهمت ساري ڄمار جي دوستيءَ کان وڌيڪ اهم آهي."

ان نظم ۾ شاعر يا شخص دانشور دوست جي ان مشوري تي دل برداشتہ ۽ بَرهم ٿئي ٿو:

تہ تون وطن جي ڳالھ ڪري
پاڻ کي اڪيلو ڪري رهيو آهين
جو تہ سچ چوڻ وارا
سڀ گمناميءَ ۾ مارجي ويا آهن.

دوستن جا غير متوقع رويا انسان کي مايوس ڪري سگهن ٿا
پر رشتن تان سندس ويساهه به کڻائي سگهن ٿا. پَرمن جي ٽنڻ
(Disillusionment) جا انساني نفسيات تي ناڪاري اثر ٿيڻ اڻٽر
آهي پر بالغ ذهن رکندڙ ۽ آدرشي انسان کي اُهي لوڏا (Shocks)
برداشت ڪرڻ ۽ انهن جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل اڪيلائيءَ سان رهڻ
جي اهليت رکندڙ هئڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته آدرشن جي راهه تي هلڻ
جو فيصلو هُن جو پنهنجو ورتل هوندو آهي ۽ ان لاءِ ڪيس ڪنهن به
ٻئي جي اثبات (Approval) جي نه ته ضرورت هوندي آهي ۽ نه پرواهه.
هن نظم جي پڇاڙڪي حصي ۾ "دانشور دوست" تي ٿيل جوابي حملو
غور طلب آهي:

مونکي خبر آهي ته
هُو نوٽن جي حصار ۾ آهي
۽ ولايتي بوتل جي خُمار ۾ آهي
ڪنهن ناچڻيءَ جي رقص جيان
هُو ڪمائيءَ جا سڀ راز تو ڄاڻي
تڏهن ته تڪا تير تو تاڻي
هونئن به ماڻهو
ڏوڪڙن جي صحبت ۾
وطن جي وفاداريءَ
ڪان ڏاڍو ڊڄندو آهي!

"دانشور دوست" ٻاران من پسند يا Approving/اثباتي مشورو
نه ملڻ تي اسان جي شاعر جي آنا کي سخت ٺيس پهچي ٿي ته هُو
دوست جا راز به افشاء ڪري ٿو ته سندس ڪردار ڪشي به ڪري ٿو.
اعليٰ آدرشن جي پوئلڳي ڪندڙ انسان اثبات (Approval) ۽ غير
اثبات (Disapproval) کان مٿانهان هوندا آهن ۽ هئڻ به ائين گهرجي.
وطن پرستيءَ جي جنهن عشق جي دعويٰ نظم ۾ ڪئي وئي آهي ان عشق
سميت ڪنهن به عشق لاءِ نه ته ڪنهن جي اثبات جي ضرورت هوندي

آهي ۽ نہ ڪنهن جي غير اثبات جي پرواهہ. اسپارٽيڪس ۽ حسين بن علي رضہ جيڪڏهن عام يا خاص جي اثبات (Approval) جا طالب هجن ها تہ ڪين اهو مقام حاصل نہ هجي ها جيڪو ڪين حاصل آهي.

ادبي شاهڪار تڏهن ئي تخليق ٿيندا جڏهن تخليقڪار داخليت پسندي (Subgectivity) ۽ نرگسيت (Narcissism) ڪان مٿانهان ٿي لکندا.

مظفر، آئون "Veronica Decides To Die" (ويرونيڪا مرڻ جو فيصلو ڪري ٿي) ۾ پائلو ڪوئيلهو جو لکيل هڪ جملو ورجائڻ چاهيندس: "تو وٽ بہ رستا آهن يا تہ پنهنجي ذهن تي ضابطو رک يا پوءِ ذهن جي طابع ٿي رهہ." جيڪڏهن تخليقڪار پنهنجي ذهن تي ضابطو رکندو ۽ ان ڪِي سطحي يا وقتي اُيار جي طابع ٿي React ڪرڻ ڪان روڪيندو تہ شاهڪار ادب "تخليق" ڪري سگهندو. "ڪيس ان سموري لقاءَ ڪان نفرت هئي پر هُو ان ڪان لاتعلق ٿي نہ ٿي سگهيو."
(Joseph Conred) "Heart of Darkness"

رُنيون ڪرچات ۾ سُڏڪي
دليون دادليون آهن
اسان جي وَسَ ۾ نا هن!
ڏيان مان دانهن
ڪنهن کي ڪيئن؟
سچڻ بہ تہ ستل آهي!!
نہ ڪا چيخ نڪري ٿي
نتي چنگهاڙ ٻُڌجي ڪا
اسان کي ماٺ ٿي ماري.

انتهائي اعليٰ ۽ موهيندڙ سٿون آهن جيڪي اسان جي معاشري جي اجتماعي بي حسيءَ ۽ لاتعلقيءَ تي شاعر جي احتجاج جي عڪاسي ڪن ٿيون. "ثقافت کاتي جون سخاوتون"، "ويڪائو وکر ۽ حُسنِ ڪارڪردگي" ۽ "جيڪو وڪجي ويو سوئي ليبر ٿيو" اديبن،

دانشورن ۽ ليڊرن پاران وکر جي سوداگريءَ تي شاعر جي ڪاوڙ جو اظهار آهن. سنڌ جي ويجهي ماضيءَ جي تاريخ جو ڪو هڪ به ڏهاڪو (Decade) اهڙو نه گذريو آهي جنهن ۾ دانش جي سوداگري نه ٿي هجي. پير علي محمد راشدي، شيخ اياز ۽ اي ڪي بروهي پاران عُهدا وٺڻ تي ماضيءَ ۾ گهڻا ئي بحث ٿيندا رهيا آهن ۽ هاڻي اهڙا ئي بحث مدد علي سنڌيءَ، اعجاز منگيءَ، جامي چانڊيي، بخشڻ مهراڻويءَ ۽ ضمير گهمري بابت ٿي رهيا آهن. اُهي بحث اُن ڪري ٿين ٿا ڇاڪاڻ ته تخليقڪارن ۽ دانشورن کان اعليٰ اخلاقي قدرن جي توقع رکي وڃي ٿي.

واعظ ۽ عمل (Preaching and Practice) ۾ تضاد ڪنهن به معاشري ۾ قابل قبول نه رهيو آهي. شيخ اياز پاران سياسي دٻاءَ جي نتيجي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر ٿيڻ قبول ڪرڻ، ان حيثيت ۾ اخلاقي ڏوهن جو مرتڪب ٿيڻ ۽ مارشل لا اچڻ کانپوءِ به عهدي کي چنبڙيو رهڻ سندس واعظ ۽ عمل ۾ تضاد جا ثبوت آهن. قمر شهباز G.C.P (گهي ڪارپوريشن آف پاڪستان) ۾، حميد سنڌي، لطيف يونيورسٽي شادي شهيد پراجيڪٽ ۾ ۽ ستار رند TVO (غيرسرڪاري تنظيم) ۾ بدعنوانين جي سنگين الزامن هيٺ آيا ته آڪاش انصاري تي NGO ذريعي ڪروڙپتي ٿيڻ.

مظفر چانڊيو سمورن اهلِ قلم فردن کان راست گوئيءَ ۽ راست بازيءَ جو مطالبو ڪري ٿو.

آمريڪي فوٽو گرافر جي نظم Black Dahlia (ڪارو ڊهليا گُل) ۾ صاحبِ اختيار ۽ دانشور ٻهروپين لاءِ هڪ اصطلاح استعمال ٿيل آهي Gentleman Chameleon يا معزز سانڊو. سانڊو نه رڳو ماحول سان مطابقت رکندڙ رنگ اختيار ڪري سگهي ٿو پر اُهو هڪ ئي وقت ٻن مختلف طرفن ڏانهن ڏسي پڻ سگهي ٿو. اصلي سانڊن جا ته رڳو 160 قسم آهن جن مان اڌ جي لڳ ڀڳ مڊغاسڪر ۾ رهن ٿا پر انساني روپ ۾ معزز ۽ غيرمعزز سانڊن جو سنڌ ۾ تعداد ڪروڙن ۾ آهي.

**نه جذبا نه غيرت، ڇڻ لاشا گهمن ٿا،**
**جيئڻ کان به وياسين، مرڻ کان به وياسين.**

***

ڪُوڙا ڪوي
تون ڪُوفي وارن سان
گڏ آهّين!
۽ حرام جي هڏيءَ ڪِي
ڪُتي وانگر تو چاهين!!

_**_

ڪانئرن کي ڪلندي ڪيڪاريو وجي تو،
منافقن جو مُلڪ ۾ وڏو آدرياءُ آهي.

_**_

نہ پچاڻو تا ڪيون، نہ رُساڻو تا ڪيون،
سنڌ ۾ غدار بہ هاٺي ولي تا ڏسون.

_**_

جِت سنڌ بہ آهي
هڪ پراجيڪٽ مثل
۽ يُو اين ڊي پيءَ جي چاڪليٽ مثل!!

مظفر جي شاعريءَ ۾ منافق، ڪوڙي، راشي، غدار ۽ دانش جا ڍُهل وڄائي پاڻ کي وڪري لاءِ پيش ڪندڙ دانشور ۽ شاعر، محروم ماڻهن جي اٿاهہ غربت، اُگهاڙپ انگ ۽ بي وسيءَ جي مارڪيٽنگ ڪري فنڊ وٺي هڙپ ڪندڙن ۽ عورت زاد جي نقلي نمائندن لاءِ هيڪاندي ڏِڪار آهي. اُن ڏِڪار ان جي اظهار جي نتيجي ۾ مليل تنهائيءَ ۽ ڪجھہ بہ تبديل نہ ڪري سگهڻ جي ادراڪ جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ بي وَسيءَ، انهن ٽنهي عنصرن گڏجي ڪيس لڱ پڳ مجذوب بڻائي ڇڏيو آهي.

"هُن جو روح پاڳل هيو. ويراني ۾ اڪيلي هئڻ سبب هُن پاڻ کي پنهنجي ئي اندر بند ڪري ڇڏيو هو ۽ آئون قسم سان چوان ٿو تہ هو پاڳل ٿي ويو هو." "Heart of Darkness" (Joseph Conred)

جنهن معاشري ۾ ڪو حقيقي غم خوار ۽ غم گُسار نہ هجي ۽

انسان ساڻن جو روپ ڌاريو وڃن اهو معاشرو هڪ حساس دل انسان لاءِ ته ويرانو ٿي ٿيو ۽ قيدِ تنهائي ته هر معاشري ۾ اعصاب شڪن سزا ليکي ويندي آهي.

فريڊرڪ نٽشي "Beyond Good and Evil" ۾ لکيو آهي ته فردن ۾ چريائپ ورلي ٿيندي آهي. پر گروپن ۾، جماعتن ۾، قومن ۾ ۽ (وقت جي) دؤرن ۾ چريائپ هڪ لازمي اصول جو درجو رکي ٿي.

فريڊرڪ نٽشي جي ٻڌايل اجتماعي چريائپ بابت پائلو ڪوئيلهو جو چوڻ آهي ته: "Collective Madness is Called Sanity" يعني "اجتماعي چريائپ کي ئي سياڻپ سڏيو ويندو آهي." شاعر، اُن سياڻپ جو حصو ناهي.

مظفر جا پنهنجي وطن، اُن جي ماڻهن لاءِ ۽ اُتي جي حالتن لاءِ جيڪي خيال آهن ان ئي قسم جا خيال يورپ جي مسلم اڪثريتي ملڪ البانيا جي شاعر وِصار زهتيءَ جا پنهنجي وطن، ماڻهن ۽ حالتن لاءِ آهن:

## پاتال

"اسان جو وطن زنده آهي
مُردن جي وچ ۾
۽ مَري وڃي ٿو جيئرن جي درميان."

(ڪتاب: ملامت ڪيل صوف: The Condemned Apple)

"مونکي بہ آواز آهي ۽ ڀلي خاطر يا بُري خاطر منهنجي گفتگوءَ کي خاموش نٿو ڪري سگهجي."

جوزف ڪانريڊ (Heart of Darkness)

مظفر جا نظم "دراوڙ دلين جي ڌڙڪن"، "سچ وڏو ڏوهاري آهي"، "سرمد سڙي ٿو اُپيچند سان گڏجي"، "شهيدِ سنڌ کي ڀيٽا"، "وطن ۾ ويساهہ"، "غلاميءَ جي گار"، "قيدي جو نئون سال"، "سڀين کي سلام"، "سرويچ پيرزادي کي ڀيٽا"، "شهيد آصف پنهور ۽ شهيد وحيد لاشاريءَ جي ياد ۾"، "ڏناسين غدار رزدار ڪيئي" وغيره رياستي سيڪيورٽي

ادارن پاران سياسي ۽ سماجي ڪارڪنن جي عدالتن کان مٿانهن قتلن بابت آهن. اهڙن سمورن واقعن ۾ مارجي ويل فردن جي سوچ يا اُنهن پاران جدوجهد جي "مسلح" رستي جي چونڊ سان آئون اختلاف رکڻ جو حق استعمال ڪندس ۽ اهو پڻ چوندس ته رياست کي آئين ۽ قانون کان مٿانهان قدم کڻڻ بدران مائي باپ وارو مقام برقرار رکندي الزام هيٺ آيل فردن کي قانون جي ڪٺهڙي ۾ آڻڻ گهرجي. ساڳئي وقت آئون سمورن لکارين کان اها توقع پڻ رکندس ته ڪين اُن "خواب فروش" ۽ "چغلخور" پُتلي (Puppet) جي Assignment تي به لکڻ گُهرجي جيڪو سنڌ جي نوخيز ذهنن جي رومانويت مان ناجائز فائدو وٺي اُنهن جو آئيندو اونداهون ڪري ٿو. سنڌ جا ساچاهه وند ڪنهن به پُرتشدد ڪارروائيءَ جي حمايت ڪنهن به صورت نه ٿا ڪري سگهن. پوءِ اُها ڪنهن جي به طرفان ڪئي ويندي هجي. مظفر جي شاعريءَ ۾ توهان کي "زردار" متعلق به نظم پڙهڻ لاءِ ملندا. جيئن مظفر ان ڪردار کي Portray ڪري ٿو، اُن کي ڏسي مون کي انگريز ناول نگار انٿوني ٽرولوپ (Anthony Trollope) جو ناول " The Way We Live Now" (اسان جيئن هاڻي جيئون پيا) ياد اچي ٿو. اُن ناول جي ڪردار آگسٽس ميلموٽي ۽ مظفر جي ڪردار "زردار" ۾ حيرت انگيز هڪجهڙايون آهن. آگسٽس ميلموٽي هڪ بي انتها امير ڪبير شيطان ۽ ڪميڻي شهري بدمعاش جو نالو آهي جنهن کي انگريزي فڪشن جو ناقابلِ فراموش راڪشس ليکيو وڃي ٿو. ميلموٽي هڪ مغرور، بي رحم، ڪرپٽ ۽ ايترو ته امير ۽ بااثر هيو جو سندس مڃڻ هو ته هُو سياسي اثر رُسوخ سميت هر شيءِ خريد ڪري سگهي ٿو.

1872ع جو برطانوي معاشرو پڻ بي انتها ڪرپٽ هيو ۽ ان معاشري تي انٿوني ٽرولوپ جي بي انتها چٿر ۽ سنڌي معاشري تي مظفر چانڊيي جي بي انتها چٿر ۾ هڪجهڙائي آهي. ان ناول ۾ ان حقيقت کي ڊراما ٽائيز ڪيو ويو آهي ته ڪيئن ڪاروباري بي ايماني، سياسي، اخلاقي ۽ دانشوراڻي ڏيوالپڻي کي جنم ڏئي ٿي. مظفر جو نظم

”نااميدي“ مثال طور اڄوڪي سنڌ ۾ انفرادي ۽ اجتماعي اخلاقي ڊيوالپڻي جو ڄڻ تہ ڪو پڪچر پرفيڪٽ فوٽو گراف آهي.

اطالوي موسيقار Yanni جون ڏنون واقعي بہ من موهيندڙ هونديون آهن. جنهن بہ انسان جي دل ۽ دماغ لطيف جذبن ڏانهن Receptive هوندا تہ Yanni جي موسيقي ڪيس تخيل، موهہ ۽ آسودگيءَ جي مسافرين تي وٺي ويندي ۽ سندس مَن شانتي، ڪيف ۽ سُرور سان سرشار ڪري ڇڏيندي. مظفر جو نظم Yanni انهن ڪيفيتن جو عڪاس آهي.

”اڙي عشق لازوال“ ۾ Madness جي انيڪ روپن ۽ وارتائن کي شاعر ڄڻ تہ ڪنهن ديوار تي ٿهيل Mural ۾ محفوظ ڪري ڇڏيو آهي.

نہ حياتيءَ ۾ ڪڏهن
چوڏهين رات آئي
نہ ئي وچن تنهنجي وَرجاءَ جي ڪا
ڪڏهن بات آئي
هر رات رڙندي ٿي پرڀات آئي
۽ اسان تي
ڏائڻ ڏکي رات آئي.

نظم ”وڇوڙو“ جون مٿيون سٽون موهيندڙ روانيءَ سان ڀرپور آهن ۽ ان حقيقت جو ورجاءُ بہ تہ درد تخليقڪار لاءِ رياض جي حيثيت رکي ٿو.

لڪيءَ ۾ هُو لالڻ
سمهيو ڪو نہ آهي
ميران پور جو مُرشد
جهڪيو ڪو نہ آهي
ڀٽائي جو ڀٽ ڪي
ڀاڪر ڀري ٿو
صدين کان سنڌڙيءَ کي
سجدا ڪري ٿو
قاسم کان ڏاهر
ڏکيو ڪو نہ آهي.

"سنڌ اسان جي ساهه ۾" نظم جون اهي خوبصورت سٽون اُتساهيندڙ پر تصوراتي خوشفهميءَ جون عڪاس آهن. "نه تي سنڌ سنيري" ۽ "فرار" جون هيٺ ڏنل سٽون زميني حقيقتن کي عيان ڪن ٿيون:

اسان جو سفر ڇو
ڀڳهو ٿيو سدائين؟
وِک وِک تي ڪيڏا
ڇو پنجوڙ پيا هن؟
سدائين ڇو بسمل
پنهنجا خواب ٿيا هِن؟

۽

نه ٿي سنڌ سنيري
نه ٿو طوق نڪري.

*(سنڌ اسان جي ساهه ۾)*

غلاميءَ جو غم
ڪو گهٽ ڪونهي
۽ آجپي جو ڏور تائين
ڪو امڪان ڪونهي.

*(فرار)*

مظفر پنهنجي نظم "معافي" ۾ اُها ڳالهه ڪئي آهي جنهن تي عمل ڪري اسان جا هم وطن Transition (منتقلي يا ارتقاءَ) جي هن دؤر کي نه رڳو تعميري پر اُتساهيندڙ بنائي سگهن ٿا:

ابليس اندر ۾ ڏسو
ٻيلي خدمتِ خلق جو
جذبو رکو
ڇو نٿا انسان ٿيو؟
۽ عزازيل کي معافي ڏيو!

سماجي خدمت اهو شعبو آهي جنهن ذريعي اسين ادارا قائم ڪري پنهنجي هم وطنن لاءِ نه رڳو زندگي سنهنجي بڻائي سگهو ٿا پر ڪين تعليم سميت چٽاڀيٽيءَ وارن سمورن شعبن ۾ مقابلي لائق پڻ

ٻڌائي سگهجي ٿو.

"پيرس جي پيڙا"، "پيرس جي شهيدن کي پيتا" ۽ "بيلجيم کي پيتا" جي عنوانن وارا نظم سنڌ جي امن لاءِ پيار هر طرح جي دهشتگرديءَ لاءِ ڌڪار ۽ اقوامِ عالم ڏانهن خير سگاليءَ واري پيغام جو تاريخي تسلسل آهن. اسان ڪائناتي شهري آهيون ۽ اسان جي اها سڃاڻپ هاڻي مڃتا ماڻي رهي آهي.

دنيا جي راءِ جي پرواهه نه ڪندڙ ۽ ان ڪيفيت جو نه رڳو ادراڪ رکندڙ پر ان سان پوريءَ طرح سرشار ته ڪوئي ڪيس چاهي ٿو. اهڙو شخص واقعي به ڪڏهن پوڙهو نه ٿيندو آهي:

سدا جواني به مون تي آ
دنيا ديواني به مون تي آ
رَمزن ۽ رازن ۾
رُلندو رهان ٿو مان
تڏهن ته پوڙهو
ٿيان نه ٿو مان.

سنڌ جي هڪ سڃاڻپ اُن جي رواداريءَ ۾ عدم مداخلت واري سوچ به رهي آهي جيڪا آهستي آهستي Erode ٿي رهي آهي پر ان کي قائم رکڻ اسان جي شعور جي ذميواري آهي. مظفر جو نظم "ڀڳت ڪنور رام کي پيتا" سنڌ جي سڃاڻپ جو اولڙو آهي:

ڪيف جو ڪبوتر
لڪيءَ منجهه لهي ٿو.
ڪنور جا هي نغما
ڳائيندو مان هلان ٿو.

مظفر چانڊيي جي شاعري سماجي انصاف جي اٿهوند ۽ فرد جي اخلاقي ڏيوالپڻي ۽ ان جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل ڪِريپ ڏياريندڙ صورتحال تي هڪ حساس دل جي چيخ آهي.

اڄ اسان جيئن جي رهيا آهيون، اهڙي ئي صورتحال 19 هين صديءَ جي برطانيا جي پڙهه هئي جنهن انٿوني ٽرولوپ کان " The Way We Live Now" جهڙو شاهڪار ناول لکرايو هو. گيبرئيل گارشيا مارڪئيز جي "Hunolred Years of Solitude" جي Macondo (ميڪاندو) ۾ سنڌ ۾ تاريخ جي ورجاءَ ۾ ماضيءَ جي ڀوتن جي حوالي سان ڪافي هڪجهڙايون آهن پر اسان کي "متبادل امڪانن" ۾ سماجي تبديلين لاءِ سوچيندڙ اصلاح پسند گهرجن. آمريڪي صدر ٿيو ڊور رُوز ويلٽ لڳ ڀڳ 75 سال اڳ پنهنجي معاشري لاءِ چيو هو ته: "جيڪي شيون آمريڪا کي تباهه ڪنديون اُهي آهن هر قيمت تي خوشحال ٿيڻ جي خواهش، هر قيمت تي امن، ڊيوٽيءَ بدران هر قيمت تي سلامتي، آسان زندگيءَ لاءِ چاهه ۾ جلد کان جلد امير بڻجڻ وارو زندگيءَ جو نظريو."

اسين بدترين وانجهيل فردن جي انبوهه سان رهڻ تي مجبور ڪيا ويا آهيون. "بدترين وانجهيل سياسي طور وانجهيل فرد آهي جيڪو ٻڌي ڪونه ٿو ڳالهائي ڪونه ٿو ۽ نه سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺي ٿو. کيس زندگيءَ جي قيمت جي خبر ناهي، مُگ ڦرين جي قيمت جي، مڇي، اٽي، ڪِرائي يا جُوتن جي ۽ دوائن جي قيمت جي، جن جو دارومدار سياسي فيصلن تي هجي ٿو. سياسي وانجهيل ايترو ته بي وقوف هجي ٿو جو فخريه ۾ ڦونڊجي چوي ٿو ته کيس سياست کان نفرت آهي. ڪم عقل کي خبر نه هوندي آهي ته سندس سياسي جهالت مان جنم وٺي ٿي وڻشيا، ترڪ ڪيل ٻار ۽ سڀ کان بدترين چور يعني خراب سياستدان-بدعنوان ۽ قومي ٽوٽي گهڻ قومي ڪمپنين جو باوردي غلام."- برتالٽ بريخت.

هڪ ڪمپني اسان تي "4th Generation Warfare" مسلط ڪري رکي آهي ۽ فرد کي سياسي وانجهيل رکڻ ان جي حڪمت عمليءَ جو حصو آهي. جمهوريت Statistics (شماريات) جو Abuse (غلط استعمال) آهي پر هُوءَ اُن تان به هر ڪنهن جو ارواح ڪڍائڻ چاهي ٿي.

اهو اسان تي منحصر آهي تہ اسين بدترين وانجهيل فرد بڻجون ٿا، يا انڪار ڪُل ڪندڙ Nihlist بڻجون ٿا يا' فرض شناس شهري بڻجي نہ رڳو پنهنجي عملن لاءِ پر انهن عملن جي پيِن تي ٿيندڙ اثرن لاءِ پڻ پاڻ کي ذميوار سمجهي جيئون ٿا. اڄوڪي سنڌ Transition مان گذرندڙ معاشرو آهي جيڪو في الوقت خود تائين مرڪوز ۽ محدود (مفاد پرست ۽ پڻ لاتعلق) ڪيفيت کان ٻين فردن ۽ آسپاس جي فڪر ۽ انهن ڏانهن ڪمٽمينٽ واري سفر ۾ آهي پر اجان مؤثر انداز ۾ منظم نہ ٿيو آهي ۽ ان کي منظم ٿيڻ ۾ وقت لڳندو.

سنڌ جنهن صورتحال مان گذري رهي آهي ان کي مقامي ۽ پڻ بين الاقوامي پس منظر ۾ ڏسڻ ۽ سمجهڻ جي ضرورت آهي جيئن:

سمنڊ کي سمجهڻ لاءِ پٿائيءَ جهڙي دانائي ۽ دل کپي.
(سمنڊ عاشقن جيان اُداس ٿي ويندو آهي)

معاشري جي ساڃاهہ ۽ ضمير سڏجندڙ فردن جي ٻهروپ کي وائکو ضرور ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ انفرادي عمل اجتماعي خرابيءَ جو سبب بڻجن ٿا پر اُتساهيندڙ Role Models جي حوصلا افزائي بہ ٿيڻ گهرجي. لتاڙيل رستن (Beaten Tracks) ۽ روَين بدران متبادل امڪانن تي ويچارڻ گهرجي.

جنهن معاشري يا اڪائيءَ تي انتهائي ڳوڙهي، گهڻ رُخي ۽ Sophisticated (نفيس) نفسياتي جنگ مسلط هجي اُن جي ٻولي، ثقافت ۽ سڃاڻپ ٽوڙي خود اعتماديءَ تي ميڊيا ذريعي حملا ان نفسياتي جنگ جو حصو هوندا آهن. ميڊيا تي "سدورو ڏاڙيل" ۽ "ماما لالو" يا "سائين سرڪار" کي ان پسمنظر ۾ ڏسو. بنگالي ۽ بلوچ "Pygmies" (ڇامڙا، بندرا) ۽ سنڌي سُست، ڪاهل، عورتون ماريندڙ ۽ هاڻي "ڪرپٽ" آهن. اهي نفسياتي حربا استعمال ڪندڙ فرد ۽ قوم جي انفرادي ۽ اجتماعي خود اعتمادي ختم ڪري کيس Apologetic (معذرت خواهہ) ۽ Conformist (تعبيدار) بڻائڻ جي پروگرام تي عمل پيرا آهن.

سنڌ تهذيبن جي ماتيءَ جو جهومر هئي، اهو ماضي هو. اَڄ اسان Transition مان گذري رهيا آهيون ۽ گهڻ رُخي مسلط ڪيل جنگ جا Victim (شڪار) آهيون. اسين سنڌي هجڻ تي معذرت خواهه ناهيون پر اسان کي سنڌي هجڻ تي فخر آهي.

جيجل تُنهنجي ڪُک مان، دودا دلير چمن،
ڪٽي ڳاٽ چوڻ، سنڌ اسان جي ماءُ آهي.

اسان جو اديب، دانشور ۽ شاعر نئين ذهني بيداريءَ جو نقيب هئڻ گُهرجي. اسان کي انفرادي توڙي اجتماعي سطح تي جيڪي گهڻ رُخا Challenges درپيش آهن انهن جو حل بہ اسان کي ئي ڪڍڻو آهي. اسان جي بقاء اسان جي پنهنجي تقاضائن ۾ آهي. اسان جا آرٽسٽ ئي پنهنجي ۽ پنهنجي دؤر جي گُهرجن کي سمجهي، پنهنجي آرٽ ۽ سماج جو وقار بلنڌ ڪندا.

**ارشاد ڪاظمي**

جولاءِ 2016ع، ڪراچي

# باضمير ليکڪن جو امام۔
# مظفر چانڊيو

جيئن ڪنهن عاشق پرينءَ جي پار ڏي هلڻ لاءِ ايئن چيو آهي تہ:
"هلجي۔ او هلجي، اکڙيون پيپر ڪري هلجي" بلڪل ايئن مظفر چانڊيو سنڌ جو اهو عاشق شاعر آهي جيڪو دماغ کان وڌيڪ دل سان لکندو آهي. تنهن ڪري هن جي شاعري سدائين خيال سان ڀرپور ۽ ڪڏهن ڪڏهن شاعريءَ جي رواجي بندشن کان آزاد هوندي آهي.

مظفر چانڊئي جي شاعريءَ جو محور سنڌ ۽ ان جي مظلوم ماڻهن جا اُهي سُور آهن، جيڪي تاريخ جي هن زردار پرستيءَ جي دور ۾ ناسور بڻجي ويا آهن. جيتوڻيڪ هن جي شاعراڻي اک ايلان ڪردي ۽ پئرس جي خوشبوئن مٿان اڇلايل مذهبي دهشتگرديءَ جي ڌپ/بدبوءِ تي بہ نظمن جو نيرُ وهايو آهي پر هن جي شاعراڻي خيال جا بادل، گُهمي ڦري وري وڙڪي، پٽائيءَ جي تصور وانگي وري بہ سدائين سنڌين جي درد جي صحرا مٿان ئي اچي وَرسندا آهن.

"ڇڇي ڇڏ مَ سپرين، ڏکيو ڇڏ مَ ڏيهہ
سُڪا وڻ ساٽيهہ جا، تہ بہ وڙڪيو اچو ويهہ"

"سنڌ" ۽ "سنڌ جو عاشق" جا بہ لفظ اڄڪلهہ جي ضمير فروشي جي بازار جا اهي "بہ پئسا" آهن جن سان ڪيترن ئي نانءَ ڪنين ۽ روح بکين جا ڪاروبار هلن ٿا. حيرت جي ڳالهہ اها آهي تہ اهي ماڻهو جيڪي وقت جي سنڌ دشمن سرڪار جي بورڊن، ڪائونسلن ۽

اٿارٽيز جا ميمبر آهن، يا سرڪار جي ڏنل نوڪرين، عهدن ۽ ڳجهن مالي فائدن جا سڀ کان وڏا ”مستفيدان عليهہ“ آهن، اهي بہ نرجائي ۽ بي حيائيءَ سان پاڻ کي پنهنجي ئي تحريرن ۾، مبينا طور بيِن ماڻهن کان ”سنڌ جا سورما“ سڏائڻ جي جرئت ۽ جسارت ڪن ٿا. ان صورت ۾ سنڌ جا سچا عاشق پاڻ کي ”پلئہ پايو سچ، آڇيندي لڄ مران“ جي مصداق، پاڻ لڪايو خاموش گهمندا وتن ٿا.

مظفر چانڊيئي سميت مونکي سنڌ ۾ ڪجهہ اهڙا سچار سروبچ ۽ سرفروش سجهن ٿا، جن جي رڳو تحرير ۽ تقرير ۾ ئي نہ پر زندگيءَ جي هر گهڙيءَ جي سوچ، سياءَ ۽ لقاءَ ۾ وطن واسين جو درد، دائم ۽ آباد رهي ٿو. هي ئي اهي ماڻهو آهن جيڪي فڪر جي ايوانن کان وٺي عمل جي ميدانن تائين، هر محاذ تي سنڌ جي مظلوم ماڻهن جو ڪيس جانفشاني ۽ بي جگريءَ سان وڙهن ٿا.

سوشل ميڊيا، خاص ڪري فيس بُڪ ڪڏهن ڪڏهن ماڻهن جي اندر جا حقيقي عڪس ۽ نقش ڏيکاريندو آهي. سچارن، مڪارن، منافقن، چمچن، چالاڪن ۽ چاپلوسن کان ويندي پاڻ وڪندڙ ۽ قوم جي سودي جا هوڪا ڏيندڙن جي فيس بُڪ تي رکيل تصويرن، تحريرن ۽ تبصرن مان محسوس ٿيندو آهي تہ سماجي ميڊيا جي ان منڊيءَ ۾ ڪير؟ ڪهڙو وَکرُ وٺڻ يا وڪڻڻ چاهي ٿو. فيس بُڪ جي فضوليات ۾ ڪجهہ ماڻهن جون پوسٽنگس يا تبصرا ۽ تحريرون اهڙيون هونديون آهن، جن جي سچائي، کرائي ۽ کهرائي ڏسي ماڻهوءَ کي ملڪ ۾ منصوري ريت جي جيئري هئڻ جو رڳو احساس ئي نہ پر ويساهہ بہ ٿي پوندو آهي. مظفر چانڊيئي جون فيس بُڪ تي رکيل اهي تحريرون سدائين ان باغيانا ريت جي امامت ڪندي نظر ايندڙيون آهن.

قصا کہیں پہ ختم سر۔دار ہوا ہے،
منصور تو ہر دور میں بیدار ہوا ہے۔

ويجهي ماضيءَ ۾ مونکي پنهنجي چوڏاري مظفر چانڊيئي جهڙو اهڙو ڪو بہ ماڻهو نظر نہ آيو آهي جنهن پنهنجي دوستين، دشمنين،

محبتن ۽ نفرتن جو محور ”سنڌ دوستي ۽ سنڌ دشمنيءَ“ کي بڻايو هجي. ماضيءَ جي عظيم رهبرن کان وٺي اڄوڪن انقلابين تائين ۽ ڪمال جي ليکڪن کان وٺي جلال جي مقررن تائين، سنڌ جي ڪيترن ئي وڏن نالن ۽ ڪردارن ”ذاتي دوستي“ يا ”خانداني تعلقات“ جو بهانو بڻائي وقت جي حاڪمن ۽ حڪومتن کان وڏا وڏا ذاتي ۽ مالي فائدا حاصل ڪيا آهن پر مظفر چانڊيئي 2012ع واري ٻٽي مڪاني نظام خلاف اديبن ۽ شاعرن جي تحريڪ جي سرواڻيءَ دوران پنهنجي دوستن جي ان سڄي لسٽ کي ليڪ ڏئي ڇڏي، جيڪي سڌي، اڻسڌي يا ابتي طرح پ پ سرڪار ۽ ان جي ٻٽي مڪاني نظام جا حامي هئا.

سنڌ ۾ لکڻ، ڳائڻ ۽ ڳالهائڻ جي ماهرن، مشاقن، ڪاريگرن توڙي بازيگرن جي ڪا کوٽ نه آهي، نه ئي وري لباڙين ۽ جڳاڙين جي ڪا کمي آهي پر ذهني چٽائيءَ وارن انهن باڪردار ۽ باضمير ماڻهن جي نهايت کوٽ آهي جيڪي مظفر چانڊيئي وانگي سنڌ جي مظلوم ماڻهن سان هر ڏک، بک، وير، سِيرَ، اوندهه توڙي اندوهڪار (انڌڪار) ۾ ايئن ئي گڏ هجن، جيئن ڀٽائيءَ بيان ڪيو آهي ته:

**”يا ته ڪنڌيءَ ڪن_ يا ساڻ هلن سير ۾.“**

**منظور سولنگي**

جولاءِ 2016ع، ڪراچي

# هڪ دانشور جو مشورو

مان اهي سڀ وار
ڪلندي سهان ٿو
جيڪي مون تي دشمن ڪن ٿا،
مان انهيءَ انڌيري
ڪال ڪوٺڙي جي تنهائيءَ کي بہ
ڀوڳي سگهان ٿو
جيڪا منهنجي آقائن
مون تي مڙهي آهي
پر مان ان ڳالهہ کي
ڪيئن ٿو سهي سگهان
جيڪا منهنجو دوست
مونکي پيو چوي
”تہ تون وطن جي ڳالهہ ڪري
پاڻ کي اڪيلو ڪري رهيو آهين
جو تہ سچ چوڻ وارا
سڀ گمناميءَ ۾ مارجي ويا آهن“

مان ان دانشور دوست کي
ڪيئن سمجهايان تہ
عشق ۾ ماڻهو اڪيلو نا هي ٿيندو
پر محبوب ان جي سا هن ۾
سدائين گڏ هوندو آهي
۽ پتنگ پچڻ لاءِ ئي
پيدا ٿيو آهي.
مونکي خبر آهي تہ
هو نوٽن جي حصار ۾ آهي
۽ ولايتي بوتل جي خمار ۾ آهي،
ڪنهن ناچڻي جي رقص جيان
هو ڪمائيءَ جا سڀ راز ٿو ڄاڻي
تڏهن تہ تڪا تير ٿو تاڻي
هونئن بہ ماڻهو
ڏوڪڙن جي صحبت ۾
وطن جي وفاداريءَ
ڪان ڏاڍو ڏڄندو آهي!

# محبت مڇ جيان آهي

محبت مڇ جيان آهي،
اڳهاڙي سچ جيان آهي
ٻرندي روز آ من ۾،
پڇاڙي تائين تن ۾
دکائي دُودُ ڪيڏو ٿي!
هوائن سان هلندي آ،
جيءَ جا جهنگ ٿي ساڙي،
پوءِ ٻه روز ٿي تاڙي
حسينن ڪي حجابن ۾.
محبت مڌ جيان آهي
وڏون وڏ اجان آهي،
محبت سنڌ جيان آهي
ڪُهائي ڪنڌ ڪيڏا ٿي
۽ پرينءَ جي پاڇي جيئن
رلائي رَندَ ڏايا ٿي.
دکيل درد آ باقي
وڏو قرض آ ساقي

اجان تہ واٽ تي آهيون،
اجان تہ لاٽ بہ نا هيون،
اجان تہ زنجير ڪڙڪي پئي،
۽ دل بہ ڌڙڪي پئي،
ڇڏي وهم ۽ وسوسا
وڏو ڪو مچ ٻاري وڃ،
ٻڌجي سچ جو ساٿي
سمورا قول پاڙي وڃ
۽ سچ ڪي بہ ساڙي وڃ.
۽ سچ ڪي بہ ساڙي وڃ.

# اسانکي ماٺ ماري ٿي

رُنيون ڪَرچاتِ ۾ سڏڪي،
دليون داد ليون آهن
اسان جي وس ۾ نا هن!
ڪيرتر جي هنج ۾ هرٽي،
ڏنا ڪي چال ڏاڍا ها،
چڙهي پتر پراٽي تي
ڏنائين درد پنهنجي ڪي،
ظالم شڪاري زماني ڪي.
ڳڙن ڳوڙها ڳلن تان تا،
ڪلان مان ڪيرتر سان ڪيئن؟
وطن منهنجو دنل آهي،
اکڙين جيئن ينل آهي،
ڏيان مان دانهن
ڪنهن کي ڪيئن؟
سچڻ بہ تہ ستل آهي!!
اُيري سورج نہ تو سنڌ تي

لَڪَنِ ۽ چڻ لٽل آهي،
وڏي ڪا رات ڪاري آ
۽ پرهہ جو ڪو پتو نا هي.
چڙهي چوٽي ڪنايان تو،
ڪڙيون هٿ جون وڄايان تو،
نہ ڪا چيخ نڪري ٿي
نٿي چنگهاڙ ٻڌجي ڪا،
اسانکي ماٺ ٿي ماري
۽ ڪن لاتار ڪن ڦاڙي،
هنيون هر ٽينءَ جيان هيٺو
مٿان آ پنڌ ٿيو ٻيٽو
پٽون ٿيا، پير پنهنجا اڄ
۽ ڪيرتر بہ تہ گهايل آ
اسان جيئڻ ئي ستايل آ
اڃي ڪو دادلو دلبر
پارائي پوشاڪ پهاڙن ڪي
اجايل ۽ اگهاڙن ڪي،
ڪري هن پنڌ ڪي پورو،
رنجيتي راڄ ڪي پورو،
ٻڏي پيٽ سان پٿر ڪي
اُياري سج سوني ڪي
۽سورج مُکي جي ڪيتن جيان

اٿاري وطن ساري کي
هيسايل تن هرڻين کي،
وٿاڻن کي، اباڻن کي،
اياڳن ۽ اياڻن کي.
اياڳن ۽ اياڻن کي.

# ثقافت ڪاتي جون سخاوتون

سنڌ ۾ دانش
۽ سازش جو ڪاروبار
اوج تي آهي،
عقل جي اسٽاڪ ايڪسچينج
جسم فروشي جي وڪري ڪي
وائڙو ڪري ڇڏيو آهي،
شيئرس جا سڀ بروڪر
دانش جي خريداري ۾
دلچسپي وٺي رهيا آهن
۽ سنڌ ثقافت ڪاتو
شرميلا جي دلفريبيءَ ۾،
شاعرن ۽ قلمڪارن جا اگهه،
سسئي جي سرخيءَ جيان
لڳائي رهيو آهي،
هن ادبي خريد فروخت ۾
سنڌ گهاٽي ۾ آهي

۽ سنڌ جي سائين سرڪار
سنڌين جي ڳاتي ۾ آهي.
سنڌ جا سوز
ميلن ملاڪڙن
۽ رولاڪ رهاڻن سان
وڏي وڻ تي ويا آهن،
علم وارن کي
عمل جي واٽ وٺي،
قلم کي ڪاري تيڻ ڪان
بچائڻ گهرجي!
ڪاش ڪو اهلِ قلم،
سچ جو ڪٽي الم
اهو چوي تہ:
سنڌ ويڪاؤ وطن نا هي
پر عاشقن جو ايمان آهي.

## سنڌ ۽ يروشلم جي درد ڪهاڻي ساڳي آ

(حصو پهريون)

هن جلاوطني جي آخر
ڇا ڪا پڇاڻي به آهي؟
هن درد جو ڪو حساب به ٿيندو،
هيءَ جدائي جا خدائي ڪي به
منجهائي وجهي ٿي!!
هو جي تڙيا ويا ڌرتيءَ تان،
هڪ هزار سال پهرين
۽ نفرت جي هر سوال کان پهرين،
وريا واپس هٽلري زوال کان پهرين،
هنن نه سوچيو هو ته
هالوڪوسٽ کان پوءِ
هو عرب جي نڪ جي ناڪيلي ٿيندا
۽ طاقت جو توازن به
تڙيل پيرن ۾ هوندو!!
ڇا ڪلاچي به ڪر موڙي

هڪ ڏينهن يبروشلم ٿيندو؟
۽ موهن جو نئون جنم ٿيندو!؟
وري جيم خانه ۽ گرومندر
جون ڪونيون سيئي،
لالو ڪيت جون ٻنيون ۽ ٻارا سيئي،
برنس روڊ جا اجڙي ويل نالا سيئي
وطن جيئن يارو واپس ٿيندا
۽ وڇڙي ويلن جو سهارو ٿيندا.

(حصو ٻيو)

اجان نارائڻ شيام
سنڌ ڏانهن ڏسندو رهي ٿو،
ڀلا لڇمڻ دهليءَ ۾
بي وطن مري چو؟
ماڪيءَ جهڙو موهن
مرهڻ جو مهمان ٿئي ڪيستائين؟
اڄ ٻه ڌرتيءَ جي دل ۾
ڏُلارا ڏڙڪن سيئي پيا!
نند جويريءَ جهڙا
هتان ڪيئي هيرا هليا ويا،
هريءَ جون هوائون
سنڌ ڏانهن واپس اچن ٿيون
۽ ڪراچيءَ جي گِلن تي

ڳراٽيون ڏين ٽٻون،
دادا ڪيرٽ ڪناري تي ويهي
سمندر جي ڇولين کي
تڪيندو رهي ٿو!!
سنڌ کي صنم جيئن
سڏيندو رهي ٿو!!
هو منڙو مالهي
جو سنڌ جي چمن کي
ويران ڪري ويو،
پوپٽي ۾ پکن کان
پڪاري پڇي پئي
ته سنڌ جو امن ڪڏهن واپس ايندو
۽ يڳت ڪنور ڇيرون پائي
سنڌ جي هر ڳليءَ ۾
صوفين جيئن نچندو!
سنڌو ساڌ ٻيلي ۾
سيني کي واپس ڏسندو،
اروڙ جو راجا
وڏي ويڙه وڙهندو
۽ سنڌ کي قاسم کان
واپس وٺندو.

# ماءُ عالمي ڏينهن ڪان وڏي هستي آهي

او امان، او امان
منهنجي جيجل امان،
مان توکي ڪٿي ڳوليان!
ڪا بہ لغت تنهنجي عظمت کي
بيان ئي نہ ٿي ڪري سگهي!
تنهنجو پيار آبشارن جيان،
تنهنجو انتظار آسمانن جيان،
تنهنجي دلبريءَ جي اڳيان،
سمندر بہ هڪ ڍڪُ مثل،
تنهنجي دل هماليہ ڪانَ بہ اونچي سدا،
۽ راڪاپوشي بہ تنهنجي قدمن ۾
ڏنو مون سجدن سدا،
تون تہ ڪارونجهر جي ڪُڪ مون لاءِ مني،
تون تہ ڪينجهر جي هندوري جيان
مونکي لولي ۽ جهولي ڏني،
منڙي ٻاتي ۽ ٻولي ڏني

۽ رنگن جي ڇڻ هوَلي ڏني-
وک وک تي پريل تو جهولي ڏني.
او امان، او امان
سنڌ جهڙي سندر سهڻي امان
توکي پيئان تہ پيو ڪنهن ساڻ پلا
تنهنجي قدمن ۾ جنت آهي سدا،
توکان وڏي نہ ڪائي هستي ڏسان،
بيت المقدس کان متي
منهنجي جيجل امان،
بيت المقدس کان متي
سيني جي جيجل امان.

# دراوڙ دلين جي ڌڙڪن

اڇو يار موٽون
موهن دڙي متيءَ ڏانهن،
جتي ساه سنڌ جا
وڏڙا ڪٽن تا،
دراوڙ دلين جي ڌڪ ڌڪ ٻڌن تا
۽ ٻلهڙيجي جي ٻاهران
انور* جي انتظار ۾،
ٻيٽائي ڪي سڏڙا ڪن تا.
هو سرويچ** سهڻو،
ڇو ماريو ويو ننڍ ٽڪو؟
جنهن جي هٿڙن جي ميندي
اڃان مرڪي رهي آ!
۽ مقتل جي خوشبو،
هوا جي سهاري،

---

* انور پيرزادو
** سرويچ پيرزادو جنهن کي رياستي ادارن شهيد ڪيو

سنڌ جي گهايل گهٽين ۾
گهلي رهي آ!
استوپا جي آلين اکين ۾
سنڌوءَ جون تيز ڇوليون
اڃان اٿيون ڇو نہ آهن؟
۽ سمبارا جيئن
سنڌ جي اڱڻ تي
نچيون ڇو نہ آهن؟
ٻوڙهي پروهت کان
ٻيچين تي پڇن ٿيون،
صديون کان هي جوڙا
آجپي جي عشق ۾،
جواني جي پيتا ڏين ٿا،
رت ۾ ٻڏل ڇچريل لاشا تين ٿا
۽ دراوڙ دلين جي آشا تين ٿا.

# ساڳي آ سُورن ڪهاڻي

ڪناري تي انگڙا
آلا ڪري پئي،
روئي رات شبنمي
سمندر سان سمهي پئي!
هي چولين ۾،
بدن جو پورو بادل
۽ آلين اکين جو
اداس ڪارو ڪاجل
لڙڪن سان گڏ
لهرن ۾ لڙهي ٿو،
اکڙين جي ٻيڙيءَ مان
ٻيوس بادل وسن ٿا
۽ وطن جي واريءَ ڪي
چرين جيئن چمن ٿا.
مهاڻي جي جهوني ٻيڙي
چا لئہ وڙهي پئي

چولين چتين سان،
سڏي پئي سڄاول سڪيءَ کي
۽ اڏامي ويل پکيءَ کي،
ٿئي جي هوا ۾ ٻُرن ٿا
مڪليءَ جي مانجهين جا سڏڙا
۽ ڪيٽي بندر جي
قاتل کاٽي ڪٿي ڪين آهي،
ستي ڪين آهي سنڌ جي مياٽي،
ڪُسي پئي پنڌيءَ ۾
پلا چو راڄ راٽي؟
اڙي يار پنهنجي آ
ساڳي دردن کاٽي،
نہ سمجهي سگهيا سين
شڪستن جي کاٽي،
نہ ماٽي سگهيا سين
ڪلاچيءَ جي ڪچي ويل نياٽي،
نہ بچائي سگهيا سين
سنڌوءَ جو پوتر پاٽي
اڙي يار ساڳي آ
پنهنجي سُورن کاٽي!!

# نا اميدي

پوتار تہ اڳيئي پاڙيا هئا،
پر اسان جي قومي قيادت بہ
جاڙي خان جي جُتيءَ جو ڪوڪو آهي،
دانشور بہ دانگيءَ سان منهن ملن ٿا
۽ صحافت بہ دلالن سان گڏ آهي!
ڏکهي غلاميءَ جي ڪري،
خلق بہ خواريءَ کان گهٽ ڪونهي،
پروفيشنل پئسي جو پٽ آهي
۽ مڊل ڪلاس جا منافق
ماءُ جي نٿ کان بہ نٿا مڙن!!
اسان جو ضمير بہ
زردار جيان زاني ٿي چڪو آهي،
سڄڻ ۽ ساٿيھ
قوم کان وسري ويا آهن،
ان لاءِ نہ ڪنهن کي
حيف ٿئي سگهجي ٿو

۽ نہ ئي ملامت ڪري سگھجي ٿي.
عربن کان ارغونن تائين
سيني اسان کي فتح ڪيو آهي
۽ هاڻي ڪنهن ظالم فاتح کي
اسان کي فتح ڪرڻ ۾ بہ
شرمساري پئي محسوس ٿئي،
اسان شڪست تسليم ڪري
زنجيرن سان محبت ڪرڻ لڳا آهيون!
۽ وڇوڙي وانگر
پنهنجي ماءُ کي ڪائي
خوش ٿي رهيا آهيون.
هيءُ ڌرتي صدين جي غلامي
۽ ياڙيائپ برداشت ڪري ڪري
هاڻي امن کان تنگ ٿي وئي آهي،
تاريخ گواهہ آهي تہ
گيدي ماڻهن ۽ ڏيڄو قومن کي
سدائين امن ئي گهرجي!!
پر تاريخ مان اهو بہ سبق ملي ٿو تہ
ڏيڄو ۽ گيدي قومن کي
ڪڏهن بہ امن نصيب نا هي ٿيو
ڇو تہ ڪمزورن لاءِ
پادر پُسيل ئي رهن ٿا!!

# Give Me Liberty
# Or
# Give Me Death

(مير محمد علي ٽالپر جي نانءُ)

وطن سان وفا جي پاداش
۽ آزادي جي رستي ۾
ماڻهو ڪيڏيون نه
بيوفائيون ، ويساه گهاتيون
۽ پيڙائون ٿو ڀوڳي،
انسان پنهنجي مختصر حياتيءَ ۾
ڪيئي غلاميءَ جا گهاوَ
۽ لفظن جا تکا تير
اهڙا ٻه سهي ٿو
جيڪي روح تائين
ماڻهوءَ کي گهايل ڪن ٿا
۽ ڪيترا نفرتن جا خنجر
پنهنجي سيني ۾ ڪتل

محسوس ڪري ٿو،
ڪيئي وطن فروش وِڇُون
آزاد منش انسان جي
وجود کي ڏنگيندا رهن ٿا،
ڪيترا هماليہ هو پنهنجي
هنيانءَ تي محسوس ڪري ٿو،
ڪيئي بگهڙ هن جي خوابن کي
ليڙون ليڙون ڪري
چير ڦاڙ ڪن ٿا
۽ عاشقن جي من جي
حسين واديءَ جي
اجاڙ ڪن ٿا،
پر پوءِ بہ زنده ضمير
وارو مٿير مڙس
مسڪرائيندي اهو پيغام ڏئي ٿو تہ:
”مونکي آزادي ڏيو
يا مونکي موت ڏيو“

# سچ وڏو ڏوهاري آ

يقين چاٽو تہ پاڻ
هٽلري طاقت سان
بہ وڙهي سگهون ٿا،
مونکي پورو ويساه آهي تہ
پاڻ نازي تڪبر کي
شڪست بہ ڏئي سگهون ٿا
۽ منهنجو ايمان آهي
قومون جڏهن آجپي لاءِ
اٿنديون آهن تہ
پهاڙ جيڏيون سپر طاقتون بہ
گوڏا کوڙي
منهن مٿو پٽينديون آهن،
ها پر سفر تڏهن ڏکو ٿي ويندو آهي
جڏهن قوم جا قلمڪار ۽ شاعر
آفريقي غلامن ۽ ميراثين جيان
دوسو وانگر دهل تي نچندا آهن
يقينن قومون پنهنجي سچاٽپ
ثقافت ۾ ڳوليندين آهن
۽ ايندڙ نسلن کي

اميد ٻہ ڏينديون آهن
پر آجپي ۽ ويساهہ لاءِ
پنهنجا پيءَ ۽ جيءَ ٻہ گھورينديون آهن.
اياز جڏهن چيو هو تہ
"سچ وڏو ڏوهاري آ"
ان جو مطلب اهو نہ هو تہ
سچ چوڻ ڇڏي ڏيو
چو تہ اهو وڏو ڏوهاري آ،
اڄ سنڌ جي قلمڪارن
۽ دلبر دانشورن
سچ کي ڏوهاري سمجهي
نہ صرف ان سان ياري ٽوڙي آهي
پر ان کي ڪاريءَ جيان
ڪهاڙي جا وار ڪري
قتل ڪرڻ شروع ڪيو آهي.
شايد ان ڪري دوستو!
سنڌ جا سور وڌي رهيا آهن
۽ پنڌ پورو ئي نہ ٿو ٿئي!!
اچو تہ دنگ ۽ ننگ
جي حفاظت لاءِ
نينهن جا نعرا هڻي
نغارا ڪٽي نڪري پئون
نہ جيئن سچ سوڀارو ٿئي
۽ مچ موچارو ٿئي.

# سنڌي ادب جي مَنَ ”آغا سليم“ کي پيٽا

اڄ ان پارڪ* جا
سڀ پيچرا اداس آهن
جتي هو شام جي پسار ڪندو هو
۽ اها خالي بينچ
هن لاءِ واجهائي رهي آهي
جنهن تي ويهي هو
يٽائي کي ياد ڪندو هو!
اڄ ان پارڪ جا
سيئي پکي
وڻن جي لامن تي ويهي،
اڪين ئي اڪين ۾
هڪ ٻئي کان
تعزيتون وٺي رهيا آهن،
اڄ ان پارڪ جي

*نثار شهيد پارڪ، فيز ۷، ڊفينس ڪراچي جتي آغا صاحب شام جو واڪ ڪندو هو.

مرجهائجي ويل گلن
اداسيءَ مان ڪنڌ جهڪائي
انهن قربائتن قدمن کي
ڳولهڻ جي ڪوشش ڪئي
جن کي هو
بهار جي موسم ۾
پٿائي جا بيت ٻڌائيندو هو،
اڄ ان پارڪ ۾
گلن ۽ پکين جي
پريشاني ٻڌائي پئي ته
پارڪ مان رڳو هڪ ماڻهو
ڪٿل نه آهي
پر صوفين جي دل جو هڪ سورج
ڏرتي کي اوندا هو ڪري ويو آهي
يا پٿائي جو پارکو سچو عاشق
همه اوست جي هنج ۾
هميشه لاءِ سمهي پيو آهي!!

# سرمد سڙي ٿو اپيچند سان گڏجي

ناهي ننڊ نيڻن سڄي رات سڏڪن
اسان کي راتيون ڪاٽيون هٽن ٽيون
اسان بر ۾ ٻڌجي جوڳي ڦرياسين
پرين چاڻ پرتو ۽ منزل ٻه ملندي،
دلبر جو درشن ۽ دارون مليو آ
سخي سار تنهنجي ساحل لڳي آ،
جلندو جسم آ صنم ڪانسواءِ ڇو؟
ملندو صنم هڪ جنم جي جدائي!
سجاول جا سنيها هوا جي ڇپن ۾
ٻڌن ڪيئن ٻوڙا ڪنن ڪانسوا هي،
سرمد سڙي ٿو اپيچند سان گڏجي،
سڙي پئي سنڌڙي پريا جي پرسان.
ڇوي تي خدائي غلامي نه رهندي،
مڪلي ٻه سڏڪي هتڙا ڪٽي ٿي،
لڪي ٻه لهوءَ ۾ سڏڪا پري پئي
۽ پٽ تي پتائي لڪي ٿو لهوءَ سان

"سورهيہ مرين سوپ کي تہ دل جا وهم وسار"
روحل يٽ تي جمن ايئن چوي ٿو:
"وني هر هر جنم وربو مٺا مهراڻ ۾ ملبو"
۽ اياز انڊن کي سڏي هيئن چوي ٿو:
"ملڪ مڙيوئي منصور کهي کهندين ڪيترا"
حسن بہ مشائخ جي مورن کي مرڪي چوي ٿو:
"ساري سنڌ پرينءَ جو پاڇو، جيڪو جر تي جاڳي ٿو"
پکين جي وڳر جيئن وطن تي هلجو
سيئي سُور سختيون سنڌ لاءِ سهجو.
سيئي سُور سختيون سنڌ لاءِ سهجو.

# ڌرتي، ماءُ جيان دل رکي ٿي

سمنڊ جي سيني تي
ڪنهن بہ فاتح جو
ڪو نشان ڪونهي
پر ڌرتي جا زخم
اڃان تازا آهن،
ڌرتي جا ماءُ جيان
ٻاجهاري دل رکي ٿي!
۽ اولاد جي اهنجن تي
تڙپي پوي ٿي.
سمنڊ ساهہ تہ کڻندو آهي
پر پنهنجي هنج ۾
ڪنهن کي جڳهہ نا هي ڏيندو
۽ هر ٻي جان وجود کي
ڌرتيءَ ڏانهن ڌڪيندو آهي
تہ جيئن ڌرتي
ان جو بار کڻي سگهي!!

ڌرتي ماءُ جي سيني ۾
سندس انڪاري ٻه دفن آهن
۽ ديوانا عاشق ٻه،
هر چوڏهين رات جو
چنڊ انهن عاشقن جي
پيرن کي چُمي
جهڪي سجدو ڪندو آهي،
ڪوئل انهن کي ياد ڪري
ڪوڪيندي آهي
پر غدارن جي قبرن تي
چٻرا چٽرون ڪندا آهن،
سچ پچو ساٿيو!
جيڪا سونهن ۽ اورچائي
دولهه دريا خان جي ساميءَ ۾ آهي
اها صدارتي هائوس ۾ ويٺل
ڪنهن ڪوڙي ڪانئر
زردار جي زندگي ۾ ڪونهي.

# اڪيون

نہ ميلاپ ڪن ٿيون، نہ وڇوڙو ڇڏن ٿيون،
اڪيون اوهان جون ڪنهن کي سڏن ٿيون؟
اڪيون ڇڻ وطن جو ويساهہ آهن،
جلاوطني جو جانب ڪو گهاءُ آهن!
ڪڇن ٿيون تہ ڪيئي گمراهہ ڪن ٿيون،
پڇن ٿيون تہ بند ٽوڙي وڃن ٿيون،
ڏسن ٿيون تہ ڏينهن ناري وڃن ٿيون.
اڪيون انتظار ڪان ڇو انڪار ڪن ٿيون؟
ڪناري تي ڪنهن جو ديدار ڪن ٿيون!
اڪيون اندر ۾ ڪو طوفان ٿين ٿيون،
جلائي جواني کي شمشان ڪن ٿيون،
حيوانن کي بہ آخر انسان ڪن ٿيون.

# "YANNI*"

هر سُر ۾ ساز جو
پنهنجو آ سُرور،
وجت ۾ پرين
ناهي ڪو بہ غرور،
دل جي هتان
ڪيئن ماريا وياسين
۽ سُرن تان
سدا واريا وياسين!
مُرليِ من ڪي
ماري وجهي ٿي،
سُرنِ سان ساهن ڪي
يار ٺاري وجهي ٿي
۽ تنبوري جي تار
تَنُ مَنُ تاري وجهي ٿي،
عاشقن ڪي سدا
عشق تان واري هلي ٿي،

* اتالين موسيقار

جيئن ٻَلي کي
جهير ڏئي ميڇيرو
تيئن ياڻيءَ جي وچت
اندر کي چيري وجهي ٿي!
موسيقيءَ جو انداز
سچڻ نرالو ڏنم
مُئَلن کي به
قبرن مان اٿاري وجهي ٿي،
سازن جو ڪيڏو آ ڪمال
جو ڪائنات ساري
ڪَنائي هلي ٿي،
وڄائيندڙ هٿن کان
نہ لنوائي سگهي ٿي،
عرش کان فرش تي
واجهائي هلي ٿي،
وايولِن جي تارُنِ ۾
ساهہ سمائي هلي ٿي
۽ دلين کي دلين سان
ملائي هلي ٿي.

# اڙي عشق لازوال

اڙي عشق لازوال
ڏئين تو ڪيڏا ڏڪا،
دل جي دنيا جا
شهر ڪيڏا ،
تو ڊيبل لٽيا،
عاشقن جي ارڏائي
ڪپائي ڪائي وئين
ڪنڌار به تو اڳيان
نه بيهي سگهيا، -
جهڪي تن سين
توکي سجدا ڪيا.
وٺي ويراڳ ،
ڇڏي تخت گوتم جيان
جهنگ جون ٿا واٽون پڇن
۽ موت ڪي به ٿا ماري وجهن،
نا هي تن ڪي

زندگي جو فڪر،
اتي رڳي تنهنجو ذڪر.
هي سسئي جا سارا سفر،
ڪيچ ڏانهن نڪري پوڻ،
ڏَمَ ڪي ڏيئي چڪَرَ
سهڻيءَ جو سِيرُنِ گهرڻ
۽ چارڻ جي چنگ تي
سرِڙو گهورِي ڇڏڻ
سي تنهنجا آهن ڪمال
اڙي او عشق لازوال.
اڙي او عشق لازوال.

# وڇوڙو

جتي چانڊوڪي
ننگي هلي ٿي
انهن پيچرن تي
مڌ جون سُرڪيون پريون سين،
چنڊ تڪيندو رهيو هو،
دل کي پليندو رهيو هو،
چڪور جي اکين ۾
جاڳي پيو هو!
۽ جام شوري مٿان
روئي پيو هو!
اجان سنڌ ورستي،
ستي ڪوند هئي،
قاضيءَ قرب مان
ايلسا کي ياڪر پريو هو،
چريو چنڊ نشن ۾
چمڪيو گهٽو هو

۽ سڄي رات رڻن ۾
پٽڪيو گهٽو هو.
ستارا حسرتن مان
تڪيندا رهيا ها،
اندر ئي اندر ۾
سڏيندا رهيا ها،
تڏهن تو گهڙيءَ ڏانهن
نهاري چيو هو:
”وري رات ملبو
پو پيري جام پيئجان،
هوائن سان گڏجي
سڄي رات جيئجان“.
سدا سڏڪڻ جا
ڪيئي آواز آيا
نه حياتي ۾ ڪڏهن
چوڏهين رات آئي،
نه ئي وچن تنهنجي جي ورجاءَ جي ڪا
ڪڏهن بات آئي
هر رات رڙندي تي پريات آئي
۽ اسان تي
ڏائڻ ڏکي ڏات آئي.

## سنڌ اسان جي ساهه ۾

سنڌ صدين کان
ترندي رهي آ
ظالم سان سدائين
وڙهندي رهي آ،
نه شڪستون اسان کي
سوليون مليون هن
ها وڙهندي
وطن کي زندگيون ڏنيون هن،
ڇا مڪلي رڳو ڪوئي قبرستان آهي؟
ارپنا جو دلبر
هي داستان آهي
۽ رني ڪوٽ
ڪو راز نه ناهي
وڙهندڙ وطن جو
سو آواز آهي.
هي قلندر به

قرب جو ڪنل آهي يارو،
لڪي ۾ هو لالڻ
سمهيو ڪون آهي
ميران پور جو مرشد
جهڪيو ڪونہ آهي!
پٽائي جو پٽ ڪي
پاڪر پري ٿو
صدين کان سنڌڙي کي
سجدا ڪري ٿو،
قاسم کان ڏاهر
ڏڪيو ڪون آهي
۽ وڙهندي وطن تان
ٿڪو ڪين آهي
ڏئي ويو اسان کي
هي پيغام آهي
وطن جنهن وساريو
اسان مان سو ناهي
اٽاسو سو آهي
اٽاسو سو آهي.

# نہ ٿي سنڌ سنيري

جڏهن ٻہ توکي
سڏيو سين
رناسين رڙياسين،
جڏهن ٻہ توکي
ڇڏيوسين
ٽڙياسين ڪرياسين،
نہ پرھ جو پرين
کو پيغام آيو،
رٽن جي سدائين
ڏکھي رات آئي،
اسان جو سفر ڇو
ڏکھو ٿيو سدائين؟
وک وک تي ڪيڏا
ڇو پنجوڙ پيا هن؟
سدائين ڇو بسمل

پنهنجا خواب ٽيا هن؟
مرڻ کان اڳي ڇا
ڄاڻان نہ ايندو؟
اسان جي ڳلن تان
هي ڳوڙها اُگهيندو؟
غلامي جا ڪيڏا
تون لوڙها ڏسين ٿو!
نہ ٿي سنڌ سنيري،
نہ ٿو طوق نڪري،
وڃان جي مري مان
قبر ۾ ڪڙين سان
نہ هي لاش لاهي
غلام جو پُورجو
سکر کان سنڌوءَ جي
ڇولين ۾ لوڙهجو.

# اڙي سهڻا وطن منهنجا

ڪنايان ڪيئن مان توکان،
لڪايان ڪيئن مان توکي،
اڙي قيدي وطن منهنجا،
ڇڏايان ڪيئن مان توکي.

سدا مون ۾ تون اسرين ٿو،
ڪڏهن مون مان نہ نڪرين ٿو،
سدا مونسان تون روئين ٿو،
وساريان ٿو نہ وسرين ٿو،
اڙي قيدي وطن منهنجا.

سدا ڪيتن ڪڙو آهين،
هر هنڌ تون ڇڙو آهين،
ٻڌل دل سان ڇڙو آهين،
مکڻ، مصري وڙو آهين،
اڙي قيدي وطن منهنجا.

سورج ۾ بہ تون آهين،
پورب ۾ بہ تون آهين،
لهرن ۾ بہ تون آهين،
ساهن کان پري ناهين،
اڙي قيدي وطن منهنجا.

اڙي سهڻا وطن منهنجا،
اڪ جي ڇڻ پٽي آهين،
تهذيبن جو ڏٽي آهين،
هٿ ڪڙين ۾ ڪيئن آهين؟!
هٿ ڪڙين ۾ ڪيئن آهين؟!

# ڏناسين غدار زردار ڪيئي

نہ سازهين جي سُرن کي
سولو سمجهي سگهياسين،
نہ ئي ڇورين جي ڇتين
بخملي چاتن سمهياسين،
نہ پاڪرن ۾ وطن کي
پلجي وياسين،
نہ ٻانهن جي
ڪچڙين ولين ۾
غافل رهياسين،
نہ ڳورن ڳلن کي
ڳراٽيون ڏنيوسين،
نہ نارين جا نازڪ
نخرا ڏناسين،
چپڙن جي سُرخي
نہ چوسي سگهياسين
نہ نيڻن جا نخرا

ڪي دلبر ڏٺاسين!
ڏٺاسين تہ لاوارث
لاشا ڏٺاسين،
جنهين ڪي سفر ۾
ساڙيو ويو هو
۽ بگهڙ جي اکين سان
تاڙيو ويو هو
ڏٺاسين تہ زردار
غدار ڪيئي
۽ ڪرپٽ ڪميٽا
پوتار ڪيئي،
وڏا زاني سنڌ جا
سردار ڪيئي،
ڏٺاسين تہ راشي
۽ دلال ڪيئي
جنين ڪي يقين سان
نہ ڪوئي نڪ آ
نہ ئي ديس جو درد
۽ ڪوئي ڏک آ.

# سنڌ جي ڪاميو ماڻڪ ۽ مشتاق جي نانءُ

هي پاچا پاچا زندگي
هي لاشا لاشا زندگي
نہ احساس ڪوئي زندگي
مشينن جيئن مردار آهي زندگي
بچڙي بيڪار آهي زندگي
وڏو ڪو بار آهي زندگي
بي وطن ۽ بي يار آهي زندگي
ڏينهن ٻہ چار آهي زندگي
زندگي ڪان بيزار آهي زندگي
ڳچيءَ جو ڳٽ آهي زندگي
ڪتي جو ڦٽ آهي زندگي
نہ زندگي آهي زندگي
وطن جيئن غلام آهي زندگي
سوئر جيئن حرام آهي زندگي
پر غدارن لاءِ انعام آهي زندگي
ٽري ٻارن لاءِ موت آهي زندگي

بک جو شڪار آهي زندگي
وڏو ڪو ڇار آهي زندگي
ڦاسڻ لاءِ تيار آهي زندگي
۽ زردارن لاءِ زَر آهي زندگي
سنڌ ۾ ڪٿي آهي زندگيٰ؟؟!!
سنڌ ۾ ڪٿي آهي زندگي؟؟!!ُ

# مهان سنڌو

شينهن جي وات مان
وهندي ٿي لهي،
لداخ کان لڏندي ٿي لهي،
سونهن سُرهاڻ سنڌ ڏانهن
کڻي ٿي لهي،
پهاڙن کي پيري پاڪر
ڪلندي ٿي لهي،
وادين کي صدين کان
پيار ۽ خوشحالي جو پيغام
ڏيندي ٿي لهي،
ديوتائن کي ٻه درشن
ڪرائيندي ٿي لهي،
برف جي چوٽين کي
چُمندي ٿي لهي
۽ سنڌ جي عشق ۾
ناز مان نچندي ٿي لهي،

هماليہ کي چئي الوداع
سمندر جي سار ۾
هلندي ٿي لهي،
درياهہ جي دل ۾
عاشقن جيان ڇلندي ٿي رهي،
منهنجي محبوب سنڌو
سدائين سنڌ تي
خوشحالي ڪٽي ٿي لهي،
ميدانن سان ماءُ جيئن
ملندي ٿي رهي
۽ ڊيلٽا ۾ ڌيءُ جيئن
روئندي ٿي رهي
منهنجي محبوب سنڌو
سنڌ لاءِ جيئندي ٿي رهي.

# ننڍڙا نثري نظم

## (1) غلامي

ماڻهوءَ جي
سڀ کان وڏي بدنصيبي
غلام ٿي جمڻ آهي
۽ وڏي خوشنصيبي
اها آهي ته:
هو آزاد وطن ۾ دفن ٿئي!

***

## (2) قيدي

پکيءَ جو
پڃري ۾ قيدي ٿي جيئڻ کان
بهتر آهي ته:
اڏامندي ماريو وڃي!

***

## (3) شڪارين لاءِ نصيحت

هرڻ ۽ مور کي ماريندڙ
شڪارين کي جيڪڏهن نڪ هُجي
تہ هو اهڙن سهڻن پکين
۽ جانورن کي مارڻ بجاءِ
پاڻ کي گولي هڻي خودڪشي ڪن.

***

## (4) معصوم خواهش

مان ٻي جنم ۾
وڻ تي جمڻ چاهيندس
تہ جيئن ڪنهن کي
ڇانوَ ڏئي سگهان!

***

## (5) ڌرتيءَ جي دانهن

سمنڊ چوڏهينءَ رات جو
وڏا ساهہ کڻندو آهي،
پکي اداسيءَ ۾

اڏامڻ چڏي ڏيندا آهن،
پهاڙ پيڙا ۾
ڦاٿي پوندا آهن
۽ وڻ
ڌرتيءَ جي دانهن تي
چٽي سڙي ويندا آهن!

***

# نثري نظم

مڙسن جي مرڻ کانپوءِ
سنڌ ڪدڙن جي مڙهيءَ
وانگر ٿيندي پئي وڃي
ڪوئن ۽ ڀولن جهڙا چامڙا ماڻهو
سنڌ کي ڪُرٽيندا ٿا رهن،
وطنَ جڏهن قيدي ٿيندا آهن
تہ هٿ ڪڙيون
ماڻهن جي ذهنن تي لڳائي
انهن جا نڪ ڪپيا ويندا آهن
۽ قومون
پنهنجي سڃاڻپ وڃائي
ويڳاڻپ جي واٽ تي
چاڪيءَ جي ڏاند جيئان
چڪر ڪٽينديون آهن!
۽ روداليءَ جيئن
منهن مٿو پٽينديون آهن.

موقعي پرست
مدل ڪلاس جا پوءِ ڍاوا ماٺهو
قيدي قوم تي
حقارت مان ٿُنوليون ڪري
پنهنجا پيٽ ڀريندا آهن.
دلال دانشور
لفظن جي جادوگريءَ سان
اين جي او جي مال تي
مست ٿي
مزا ماڻيندا آهن
۽ ويڪاؤ سياستدان
بي ايمان ياڙيا ٻڌجي
ڌرتي ماءُ کي
ڪنهن جواري زرداريءَ وانگر
هارائي ويهندا آهن.

# اڙي ديس دلبر

جسم جيئن مون پاتو آ توکي،
راڳ راڻي جيئن
مون ڳاتو آ توکي،
نہ ٻي در ڏانهن واجهائي هلان تو،
سدا توکي ڳائي
مان ڪيڏو نچان تو،
اڙي قيدي ڪاري وڳي وارا
دلبر ديس او پيارا،
سدا رچ ۾ رڙ تي راڻا اچين تو،
مست تي منڙا
سيوهڻ جيئن نچين تو،
نصرپور جا چا لاءِ رستا پچين تو؟
مشائخ ۾ مرڪي
تون ڪيڏو ملين تو،
نہ تو ديس وسرين،
نہ تو يار پرچين!

۽ سرمد تي سهڻو
ننڍي ۾ اچين ٿو،
دادوءَ ۾ دارا وارا جلوا ڏئين ٿو،
سڄي رات سڏ ڪي
چو رجن ۾ رڙين ٿو؟
اڙي ديس ستارن جيئن
اسان جي اندر ۾ ڀڀ ڀڀ ٽڙين ٿو
۽ ياڪرن ۾ اسان ڪي
سدا تون پرين ٿو،
وسڻ تي اچين ٿو تہ
ننگر ٻوڙي ڇڏين ٿو
رُسي جي وڃين ٿو تہ
پنن جي واري تي ڇٽين ٿو،
نہ موسم جي محتاجي توکي وٽي تي
پيپل جي پتن جيئن
پن پن تي ڇٽين ٿو
وطن تون اسان کي
ڪيڏو وٽين ٿو،
اڙي ديس دلبر
تون ڇا لاءِ قيدي ڇٽين ٿو؟

# درد دادلو درياھ آ

جڏهن تيان تو هيڪلو
تہ درد دل ۾
اچانڪ تو داخل ٿئي
۽ يار جي ياد جيئن
تو ويهي رهي،
درد دادلو درياھ آ
جيڪو چڙهي تو اوچتو
۽ پيار جا پتڻ
تو ٻوڙي وجي،
دل کي درد سان
تو جوڙي وجي،
چتل ڳھاوَ بہ تو
چوڙي وجي
۽ عاشقيءَ جا
سي ڳوٺ تو لوڙهي وجي.

# شهيدِ سنڌ کي پيٽا

مٽيءَ کي مٽي ڏيئي
وري ڪو ڏاهر
وطن تان وارجي ويو
۽ قاسم قبيلي ۾
جشن آهي يارو،
اسان جا لاشا ڇڇريل ڇڇريل
پر گمنام نا هن،
آجپي جو انعام آهن!
پل جي پنيرو آڳر تي نا هي،
پر مقدس مٽيءَ جي پاڪر ۾ آهي.
اجان ته وات تي ۽ هر گهاٽ تي
لاٽ ٻرندي رهي ٿي
۽ سنڌ تي سورج سدا سلامت
جرڪندو، مرڪندو رهي ٿو
اڙي او پاڳل
متان تون سمجهين ته

انڌيرو اسان کان
اجالا کسيندو،
ها ڪو ڏاهر
اروڙ مان اٿندو
رهزن رنجيت کي
گردن کان جهليندو
۽ موهن دڙي واري
سهڻي سنڌڙي اڏيندو!!

# Happy Valentine in Heaven

عاشقن جا ڏينهن
ظالمن جي ڌرتي تي
ملهائڻ منع آهن،
پيار جيڪو سمندر جيئن
سدائين سلامت ۽ جوان آهي
پر هن دهشت واري ڌرتي تي،
جواني ۽ سلامتي
رڳو مذهب جي ملڪيت آهن
۽ شايد دين ۾
چار شادين جي ڏانڌلي
پيار کان انڪار آهي!
يا مولوي جو ڪاروبار آهي،
پيار عورت سان نہ ٿيندو
پر اُهو حُورن ۽ غلمانن
سان ئي ٿيندو!!
اڄ لاءِ منهنجا عزيز هم وطنو
ويلنٽائن ڏينهن

صرف جنت ۾ ملهائبو
۽ جتي فرشتن کي بہ سڏائبو
تہ جيئن اُهي،
ويلنٽائن ڏينهن تي
قومي ترانو بہ ڳائي سگهن
۽ طالبان کي ڏنل
حورون بہ ڳڻي سگهن.

# نثري نظم / منافق

چيائين ته: جيئندين،
چيم ته: پيئندُسِ.
چيائين ته: پيئڻ کانپوءِ ئي ته جيئڻ جو مزو آ.
چيم ته: نه، جيئڻ کانپوءِ مرڻ جو مزو آ.
چيائين ته: ڏينهن ۾ ڏهه ڏهه ڀيرا ته مرين ٿو!
چيم ته: منافقن جي محفل ۾ مرڻ جو ڪهڙو مزو؟
چيائين ته: منافقن سان ملڻ ئي ڇڏي ڏي.
چيم ته: ان ڪري ئي اڪيلو پيئان ٿو ۽ اڪيلو جيئان ٿو.
چيائين ته: اهو پيئڻ ۽ جيئڻ به ڪهڙو!؟
چيم ته: اهو ملڻ ۽ ٺهڪ ڏئي کلڻ به ڪهڙو!؟
چيائين ته: جيئڻ به اڪيلو ۽ مرڻ به اڪيلو!
چيم ته: نه، مرڻ کانپوءِ ڪيترا ڪيڙا گڏ هوندا
۽ اهي ماڻهوءَ جيان منافق نه هوندا.
ماس کائيندا پر ٺهڪ نه ڏيندا.

# وطن ۾ ويساهه

آءُ ان شهر ۾ زنده آهيان
جتي ڏيهي پرديسي
۽ پرديسي ڏيهي
بڻجي ويا آهن!
آءُ ان ديس ۾
ساهه کڻي رهيو آهيان
جتي گلابن ٽڙڻ
ڇڏي ڏنو آهي
۽ مائرن ڳيرو گهوٽن جا
ڇچريل لاش ڏسي
اولاد ڄڻڻ بند ڪري ڇڏيو آهي!!
جتي مورن جا ٽهوڪا
۽ ڪونجن جا ڪُرلاءَ
تہ گهٽجي ويا آهن

پر گدڙن جي اوناڙ
۽ بگهڙن جي چير ڦاڙ
وڌي وئي آهي،
منهنجي پٽ جڏهن مونکان
وطن جي آجپي بابت سوال پڇيو
تہ منهنجي ڳوڙهن مان
هن جواب ڳولي لڌو
۽ ان کانپوءِ
نہ هن وٽ سوال رهيو،
نہ مون وٽ جواب رهيو.

# منافق/ويڪائو وڪر

هر منافق ماڻهوءَ کي
ڏندن ڏيڻ جي
گھٽي عادت هوندي آهي،
هر ڪوڙي ماڻهوءَ کي
اڪيون ملائي ڳالهائڻ
نہ ايندو آهي،
سچ ٻڌڻ لاءِ
جگر تہ شينهن جهڙو گھرجي
پر ڪن بہ سَرلا ۽ سُريلا کپن،
هر دؤر ۾ ماڻهو
ڪوڙ گهٽو ٻڌڻ چاهيندا آهن
۽ فائدي وٺڻ لاءِ
ڪُتي جو پُڇ هٿي هلندا آهن
۽ جڏهن ملندا آهن تہ
پيچ لوڏي ملندا آهن!
هر راشي ماڻهو،

اولاد کي ملڪيت تہ ڏيندو آهي
پر انسانيت نہ ڏئي سگھندو آهي.
لوڀ ۽ لالچ ماڻھوءَ کي
حيوان تہ بڻائي سگھي ٿي
پر انسان نہ ٿي بڻائي سگھي!!
دانش جا دهل وڄائي،
ماڻھو دانشور نہ ٿيندو آهي
پر ويڪاؤ وکر ٿي ويندو آهي.

# سندر سپنو

مون اڏامڻ چاهيو
تہ منهنجا پر ڪتيا ويا،
مون ڏسڻ چاهِيو
تہ منهنجون اکيون ڪڍيون ويون،
مون ڌرتيءَ کي ڇُهڻ چاهيو
تہ منهنجي پيرن هيٺان
ڌرتي ڪڍي وئي،
مون پوڙهي پروهت
کي پڪارڻ چاهيو
تہ منهنجي ڄڀ ڪٽي وئي
پر مون هڪ سندر
۽ سج جيان روشن سپنو
سانڍي رکيو آهي
جنهن ۾ ساهہ بہ آهي
۽ ويساهہ بہ آهي،
ويساهہ جيڪو اياڻو ناهي

پر مَنُ جيئن پراٽو آهي،
جنهن جا خُمار
پتائيءَ کي
بَرن ۾ وٺي ويا،
سهٽيءَ کي
سنڌوءَ جي سيرُن ۾
۽ سسئي
پنيور کي باھ ڏئي
ڏونگر ڏکائي چڙيا.

# ڀوري ڀيل کي ڀيٽا

ڀورا تنهنجا ڀاڳ ڀلا
جو انسانن جي عاشقن،
صوفين ۽ سالڪن
تنهنجي مرڻ ڪانپوءِ،
تو لئه ڏاڍا گيت چيا،
جڏهن تون گمنام گهوٽ جيان
۽ قاتل ڪنهن نوٽ جيان
جيون پنهنجو گهاريندو هئين،
بک کي هر هر ماريندو هئين
ته تنهنجي ڪنهن کي سار نه هئي،
جيون هڪڙي گار جيان
۽ جواريءَ جي هار جيان
توکي روز هاريندي هئي.
ڳوٺ جو رهزن رئيس وڏو
تنهنجو ننگ به تاڙيندو هو
زنده توکي ساڙيندو هو،

نہ عورت زاد جي تنظيمن،
نہ انساني حقن جي محافظن
نہ ئي اين جي اوز جي آدرشِن
تو لئہ پاڻ پتوڙيو هو،
مال رڳو تن ميڙيو هو
ها هنن پنهنجي شهرت لاءِ
۽ اخباري شهہ سرخين لاءِ
مک تي لپسٽک جا رنگ پري
ڳاڙها تو لئہ گيت چيا ها،
بک ۽ بيمارين ۾،
لنگهڻ ۽ دلاسن تي
اڄ بہ تنهنجو روح آتو آهي،
سرديءَ جي ڪنهن رات وڳهي
تنهنجو پٽ ٿو کير گهري
پر ممتا هن کي لڙڪ تي آڇي،
گونگا سارا گيت تي آڇي،
هٿ ڪٽي هر رات تي ڪاٽي!
بک ۾ جڏهن باک ڦٽي هئي،
پورّا تنهنجي قبر رُني هئي،
خالي پيٽ تنهنجو ياءُ مئو آ
سڏڪي ڪيڏو چنڊ رُنو آ.
اڄ شام بہ هڪڙي ويهڪ ٿيندي،

ٻاڙهن چيڙن ۽ قيمتي ڪپڙن سان
لفظن جي توکي ميڃتا ملندي،
واهه واهه ٿيندي،
داد به ملندو
پر توکي ڪو انصاف نه ملندو
۽ تنهنجي گهر جي در تي
بک جو هميشه راڪاس ئي رهندو
رلندو تنهنجو لاش ئي رهندو.
رلندو تنهنجو لاش ئي رهندو.

# توکي چاهيم گهڻو

سونهن سرهاڻ جون
سَوَ سرڪيون پيري
توکي چاهيم گهڻو،
تنهنجي پازيب کي پيي
وچايم گهڻو،
دل، جا دڳ تي نہ آ،
ڪنهن ڪم جي نہ آ!
تنهنجي جهومر ۾ ٿي
مست جهمريون هڻي
تنهنجي اکڙين ۾ ڇو
ڏل نہ دلدارُ آ؟
رڳو انڪارُ آ!
توکي پانيم گهڻو،
پاڻ وڃايم گهڻو،
چيلهہ تنهنجي جي خم
۾ ٿي ويو هان جو گم
جسم جي پيچرن

۾ مونکيٰ ڳولي تہ ڏس
روح رُلندو رهيو
جيڳرين چاتين
جيان رلندو رهيو
تنهنجو سارو جسم
چڻ ڪا گهاگهر پريل
ٻُڪ مونکي بہ ڏي
ڏاڍو هان تاسيل
تنهنجو ڪاجل بہ مونکي
ڪرامت لڳو آ
تنهنجي آ عشق جو
چڻ تہ ڪلمو پڙهيو
۽ دنيا پو سچي
مونکي ڪافر چيو.
هڪ وک تي سهي،
اک اک ۾ ڏئي،
ڪڏهن ڏسندي تہ ڪر،
مون سان ملندي تہ ڪر،
شبنمي چپڙن جي چقمق سان
مُڪُ چمندي تہ ڪر،
ٻَڪُ وجهندي تہ ڪر،
ٻک وجهندي تہ ڪر.

# وطن منهنجي ابي جو آ

وطن مون تي عنايت آ
وطن مون تي سخاوت آ
وطن منهنجي عبادت جيئن
وطن منهنجو سلامت آ
وطن منهنجو سچو سُندر
وطن منهنجو قلندر آ
وطن منهنجو آ ململ جيئن
سدا مون کي جو پاتل آ
وطن منهنجو نياڻيءَ جيئن
درد وندي کهاڻي آ
وطن منهنجو ڪراچيءَ جيئن
ڪچندڙ ڪائي ناري آ
وطن قيدي منديلا جيئن
سرمد ۽ دارا آ
وطن سنڌوءَ جي ڌارا آ
وطن ڪبوتر اُڏارن جيئن

وطن ڪونجن قطارن جيئن
وطن سنڌوءَ جي پاٽيءَ جيئن
وطن منڇر ۽ ڪينجهر جيئن
وطن گهاتو، وطن گهاٽو
وطن مومل ۽ وطن راڻو
گهاٽو آ، شهادت آ
بلاول آ، عنايت آ
وطن ڀِٽائي جو يڪتارو
۽ سنڌوءَ جو ڪنارو آ
وطن هوشوءَ جون للڪارون
وطن سومرو ۽ سمون آ
وطن ڏاهر، وطن واهر
وطن منهنجو سفا سٺو
سدا ويرين جي اک ۾ آ
وطن هن ڪَنڌَ جي ممتا
وطن روڳي، وطن جوڳي
وطن اَروڙ، اجنتا آ
وطن لکي پهاڙن جيئن
وطن سجدن ثوابن جيئن
وطن مقدس ڪتابن جيئن
وطن اياز جي خوابن جيئن
وطن منهنجو سيپتا آ

وطن منهنجو گيتا آ
وطن منهنجو ديوتائن جيئن
آد جڳاد اسان جو آ
وطن اجرڪ جون قلڙيون آ
۽ عشق جون دلڙيون آ
وطن ڳڙهي، وطن مڪلي
شهيدن جي امانت آ
وطن صوفي سفا منهنجو
عاشقن جي صدا جهڙو
وطن سَچُو درازن آ
وطن ان الحق اذانان آ
وطن روزا، نمازون آ
وطن منهنجون پڪارون آ
وطن پنهنجي حفاظت آ
وطن پنهنجي عبادت آ
وطن هت ڪڙين ۾ آ
ممتا جي رڙين ۾ آ
وطن اتندو ڪَرُ موڙي
هت ڪڙين ڪي توڪاري
وطن آزاد گهرجي تو
۽ اقوام عالم ۾ آواز گهرجي تو
وطن آزاد گهرجي تو.

# جي ماريا نہ موت

اُجليون اکيون،
اٿل ڪي ارادا،
مارڻ گهرين ٿو
نہ ماري سگهين ٿو!
پکين جون اڏارون
۽ مورن ٿهوڪا
روڪڻ گهرين ٿو
نہ روڪي سگهين ٿو!
ڏکڻ جون هوائون
۽ مائن دعائون،
ڪانئر بڌين ٿو
چو رنبڪ وجهين ٿو؟
اسان جي ڪُناسين
۽ جل ٿل اُناسين
نہ ڏرتي ڪِلي پئي
روئارڻ گهرين ٿو

نہ روئاري سگھين ٿو!
پيئرن اڳيان ٿو
ڳيرو ڪُتا جي
ڊيڄارڻ گھرين ٿو
نہ ڊيڄاري سگھندين!
چيڪي مٽيءَ تي
لَهُو جڏ ڪري ٿو
بغاوت جو نئون
سِلو اُت اٿي ٿو
ڏسين ٿو نہ انڌا
ٻڌين ٿو نہ ٻوڙا.

## موت! تـوکي موت ماري

منتشر چو خيال آهن؟
کي پڇاڙي سال آهن
جي ميڙن ٽا زندگي کي
۽ ويڙهن ٽا زندگي کي!
موت جي جهولي آ ڦهليل
جنهن ۾ زندگي
پتن جيان ٽي ڇڻندي رهي،
رڻن ۾ رڙندي رهي
۽ موت کي مهڻا ڏيئي!
”موت توکي موت ماري“
نہ ڪنهن کي تون ٽو ڇڻين،
نہ ڪنهن لاءِ تون ٽو رڙين،
نہ ئي ڪنهن کي ٽو وڻين،
نہ ئي توتي آهي معيار
او تارا مسيح جا پڳ مٽ يار،
نہ سونهن سان آهين سچو،

نہ عشق ٿي توکي لڳو،
ڪيئن لهين ٿو هرهڪ جي سار؟
ڪنهن گهڙي ڪٿ ٿو اچين،
قلندرن تي بہ ٿو ڪڙڪي پوين
۽ سڪندرن کي بہ ٿو سوگهو ڪرين!
نہ رحم ٿو توکي اچي،
نہ قهر ٿو توتي ڪري،
نہ دل تي تنهنجي ڏڪي،
نہ اک ۾ ٿو ڳوڙهو اچئي،
ڇو نہ دارا جو ڪو درد ٿيئي؟
۽ نہ ئي سرمد جو سُور ٿيئي،
نہ منصور کان ڪيئي انڪار
او موت جا گهوڙي سوار.
او موت جا گهوڙي سوار.

# معافي

اڄ بہ مقدس ديس تي،
ڪنوڻ تي ڪيڏي ڪجي،
جا ڪرينن ڪي بہ
تي ڪيري وڃهي،
پٽرن جي پيار ۾
ابليس،
مومن تو ماري وڃهي!
عرب جي مٽي
موت لاءِ آهي سٽي!
"موت جو برحق آ"
۽ بادشاهن کان
ڪوڏ تو ڊڄي!!
ماٺهن سان ياڄ ۾،
تو ياڪرين ملي!
تِنهن ديس ڪي
مان ڇو دل ڏيان؟

۽ انڌي فڪر جي
چو پويان لڳان؟
مظلوم عاشق سان
ڇونه شامل ٿيان؟
هي ڪوڙ ڪيڏي ڏوڙ آ
جا ماڻهن جي منهن ۾ ٿي پوي
۽ منهن ۾ ٿي چوي:
"ابليس اندر ۾ ڏسو"
تنهن ڪي
ملامت جا پٿر هڻندا رهو.
ٻيلي خدمت خلق جو
جذبو رکو،
ڇونه ٿا انسان ٿيو؟
۽ عزازيل کي معافي ڏيو!
۽عزازيل کي معافي ڏيو!

# موت جا منظر

نہ گھرُ، نہ درَ
نہ چانورو آ ڪوئي
اسان لاءِ زندگي
قبرستان جو چہرو آ ڪوئي،
جنھن جي اکين ۾
موت جا منظر ڪيئي،
ويڙهي وڃن ٿا
دودا دلبر ڪيئي،
اُتِي آس آرس پُڄِي
اڄ مڪليءَ متان،
اڃان دل دکي ٿي
۽ ويران آهن
دل جا مندر ڪيئي.
پلا سنڌ چہرن جي
خاموشي پسي چو؟
وطن جي وٽن تي ويهي

قبرن کي ڏسي چو؟
هي گھوٽن جون لاشون
۽ نتي جون هوائون
ڇا مڪليءَ سان ڪڏهين
مليون ڪين آهن؟
ڇا مُ نندي ۽ دولهہ جون دليون
ڪينجهر سان
ڪڏهن ڪليون ڪين آهن؟
هو ميرانپور جو سائين
چوي ٿو سدائين
نہ وطن جي وٽن تي
چپرن جيئن ويهي رهو
قبرن مٿان اتي يارو
ان الحق جو نعرو هڻو
۽ سچ جي سفر تي
ننگا تي نڪري پئو
جو قبرون بہ پنهنجو
ڪنڌ ڪٽي
”جيئي سنڌ“ چون،
۽ ياڙيا پوتار بہ
سورهيہ بادشاهہ جيئن
”وطن ۽ ڪفن“ جو

كاش ڪو دڳ وٺن
يا بلوچ سردارن جيان
جلاوطني ۾ رلندا رهن،
نہ قبرستانن ۾
چپرن جيئن جيئندا رهن،

# دِل جو ديس

رسول حمزا توف

تون وڏي ڀاڳ وارو آهين

تہ ديس تنهنجي دل ۾ آهي

۽ داغستان جا ڏڙڪندڙ

پهاڙي پيچرا

تنهنجي رڳن ۾ تا لهن

۽ مست نديءَ جيئن تا وهن،

تو جو

نديءَ جي اڪ مان

ڏنو هو دل جي ديس کي

قومي ثقافتي ويس ۾

تہ اکين جا ٻئي ڪنارا

بند سارا ڀڃي،

عشق جي پيچرن کي ٻوڙي ويا

۽ هٿ ڪڙين کي کولي ويا

تنهنجو صدورو ديس

پرين جو آستان آ
۽ صدين جي سفر جو
داستان آ.
تو جو داغستان جا
دلبري قصا ڪٽي
آ غلامي جي داغ ڪان آجو ڪيو
۽ قوم جي خواب کي ساييان ڪيو.
ياءُ حمزا توف!
مان تنهنجي وطن جو تہ نا هيان
پر تنهنجي عشق کي
تو سمجهي سگهان
۽ تاريخي وطن جي
فرض کي تو سمجهي سگهان
چو تہ داغستان ۽ سنڌ جا
سور ساڳيا هن
۽ وڻن جا ٻور ساڳيا هن!

# ماڻهن جا قدَ، وطن جي وڻن کان نہ اوچا ڪيو

پيارو ۽ شاعرو،
لفظ بي حرمتي جي بازار ۾
نہ سنگسار ڪيو
۽ نہ لفظن کي لاچار ڪيو!
ايتريون پيتائون ڏيو
جيڪي ماڻهو شل
کٽي بہ سگهن
۽ سونهن سرهاڻ
سنڌ مٿان ٻٽي بہ سگهن!
ماڻهو، جو موسم جيان،
کهڙِي گهڙي تہ بدلجي وڃي
۽ چڪَ پنوڙي جيان
کهڙي سانچي ۾ تہ ڍلجي وڃي
يا جبر جي جهنگ ۾ جهلجي وڃي،
ڪَٺ پتلي تہ بڻجي وڃي!!

هيءَ صدوري سنڌ جا هئي
بابل ۽ نينوا جي تاري مثل
۽ تهذيبن جي يڪتاري مثل
جنهن ۾،
ڪيئي صوفي سُرَ ٻُرندا هئا،
اڄ چو ڏسان ٿو
زخمي هرڻيءَ جيان؟
۽ پنهنجي ڪرڻي ڀرڻي جيان،
جا ڏَنگي وئي آ
دِلڪَش دانشورن هٿان
۽ وکي وئي آ
مَڌُ جي مٿڪن مٿان!
ڏاها ٿيو.
ماٺهن جا قد،
وطن جي وڻن ڪان
نہ اوچا ڪيو
۽ ويساهہ گهاتي جي گهاون
کي نہ پلندا ڪيو،
وڏڙن جي چوٽيءَ کي ٻہ
سيني ۾ سانڍي هلو:
”ڍءُ جهليو آ، هڪ واٽيي ٻيو مينهن“،
ٻيلي ڪنهن وڏي امتحان ۾

نہ هلڪا ماٺهو وجهو،
سهڻا سدائين هوائي سفر ۾
هلندا رهن
۽ پنج ستارن ۾
رهندا رهن!*
ڊالرن جي دنيا
گهڻن کي آ ڏاهي وڌو
۽ غيرسياسي
تنظيمن کي آ ٿا هي وڌو،
جت سنڌ بہ آهي
هڪ پراجيڪٽ مثل
۽ يو اين ڊي پي چاڪليٽ مثل!!
ان ڪري ساٿيو!
قيدي وطن کي پيتا ڏيو
لفظ سانڍي رکو.
لفظ سانڍي رکو.

---

* فائيو اسٽار هوٽلون

# پئرس جي پيڙا

او منهنجا منڙا پئرس
مان تنهنجي پيار سان
ڪيئن پورو پوان،
تنهنجي درد ۾
ڪيئن داخل ٿيان،
تنهنجي ناحق وهندڙ خون کي
واپس رڳن ۾
ڪيئن ٿو آڻي سگهان؟
تنهنجي سونهن ۽ زندگي
مون پنهنجي اکين ۾ آسانديءِ رکي
انهن اکين ۾
درد کي ڪيئن شامل ڪيان؟
تنهنجي گهٽين جا گهاوَ
منهنجي روح ۾ ٿا لهندا وڃن.
اي منهنجا محبوب شهر!
مان تنهنجي خوشبوئن کي

ڪيئن ٿو وساري سگھان؟
۽ تنھنجي پاڪرن ڪان
ڪيئن ٿو جُدا ٿي سگھان؟
او منھنجا پرين پئرس !
جيڪڏھن مان سچو سمنڊ بہ روئان
تہ تنھنجي پيڙا ڪي
نہ ٿو روئي سگھان،
نہ ئي ٿو گھٽائي سگھان!!
۽ ھن درد ڪان
نہ ٿو لنوائي سگھان!!
مان قاتلن جي ڪڙم ۽ قبيلي
جو تہ نہ آھيان
پر ساڳئي ئي قبلي جو آھيان،
مان تنھنجو ڏوھاري آھيان!!
او منھنجا منڙا پئرس

# نينهن جا نشا

جڏهن توکي چاهيان ٿو
تڏهن پاڻ کي ئي چاهيان ٿو
جڏهن پلڪون کڻي نهارين ٿي
مڌ جا مٽ پيئارين ٿي،
مدهوش مرڪن سا مني
نشا ويتر وڌائين ٿي
اسان جي درد جا پنڇي
جواني جي ڍنڍ تان جانان
اُڏارا تون اڏارين ٿي،
وطن پنهنجو آ تنهنجي ٻانهن ۾
جلاوطني جا سڀ راز ڄاڻين ٿي،
ٻڌل وارن کي نہ ڇوڙي ڇڏ
چانڊوڪي راتين کي اجايو ستائين ٿي،
اڇن تنهنجي جي ياڪر ۾
تن قيدين کان
ڇو گهبرائين ٿي؟

تنهنجي چاتين ۾ جادو آ
سڄو سنسار ٻه قابو آ
لاڙڪاڻي کان ڇو لنوائين ٿي؟
اڃان ميهڙ جي ميندي ۾
دڪي پئي دل دادوءَ جي
۽ منڇر جي مهاڻيءَ جيئن
سڏي پئي رات سنگتيءَ کي،
اٿيَ آ سيَر مانَ سهڻيَ
ڏسي ڪونجن قطارن کي،
موکي ۽ متارن کي،
سنڌوءَ جي نظارن کي.
ڇو پلڪن ۾ سمائين ٿي؟
ڇو پلڪن ۾ سمائين ٿي؟

# پئرس جي شهيدن ڏي پيغام

ڳُل ڳُل جي خوشبو ڪٿي
تا پڄائن هر ديس ۾،
سارتر جي ويس ۾
فن جو ڪٿي فلسفو،
آزادي جو روشن ڏيئو
انڌيرن کي مات ڏئي
پرڀات جو نغمو ڇئي
تا جاڳائن هر ڪنڌ کي
سجاڳيءَ جو نئون رستو ڏئي،
انساني انقلاب جو ديوتا
آ لهوءَ ۾ اڄ لال ٿيو،
ڇا خوشبو کي تا ماري سگهن؟
نہ اوندھ تا آٿي سگهن!
نياترڊيم چرچ ۾
وڪٽر هيوگو جا شاهڪار
ڇو ڪنهن عرب قاتل جا
قيدي ٿين؟

۽ فرينچ ڇوڪري
سين نديءَ جي ڪناري ويهي
ڇو پيار ڪي الوداع چوي؟
سچ ۾ سونهن جا سورمو
اتو اڄ ڪروڙين ڏيئا ڪٽي
تہ داعش جي اونده ۽ دهشت کي
هر ديس ۾ دفن ڪيون
۽ امن جا ايفل ٽاور روشن ڪيون
تہ جيئن فن جا شاهڪار کي
۽ ڏاهپ جا افڪار کي
تورا بورا نہ ٻڌجي سگهن،
دل جهڙي ديس ۾
ميلان ڪنڊيرا ترسي سگهن،
بادل بہ برسي سگهن
۽ پئرس جي گهٽين ۾
نہ خوشبو کي گولي لڳي،
سارتر جون سهڻيون پريون
دلبرن جي ڇيلهہ ۾ ٻانهون وجهي
شانزيليزا تي
بي خوف گهمنديون رهن
۽ سارتر سان ملنديون رهن.
۽ سارتر سان ملنديون رهن.

# پَرَندڙسَجُ

شراب ڪوڙو ڪپي
درد گَهرو ڪپي
۽ تاڙي ڪَجي
جا نہ ڪيري سگهي،
دوست اهڙو ڪپي
جيڪو ساقي ٿئي
۽ نہ خنجر پُٺيءَ ۾
بروٿس جيان ڪوڙي سگهي،
نہ منزل کي ڏوڪي سان
يارَ موڙي سگهي،
عشق اهڙو ٿئي
جو نہ زندگي کي
توري تڪي
۽ موت کي زوري ڇڪي،
ويساهہ اهڙو ٿئي
جو نہ وسري سگهي،

نہ دل مانُ نکري سگهي
۽ سَلَنِ جيئن روح مان
نسري سگهي،
سچ اهڙو ڪپي
جيڪو پرندو رهي
۽ وطنُ خاطر
ويرين سان لڙندو رهي
يا پتنگ، جيئن سڙندو رهي،
پره اهڙي ڪپي
جيڪا اونده کي ڏڪاري سگهي،
سُتلَنِ کي اٿاري سگهي،
سچ کي پڪاري سگهي
۽ موت کي بہ ماري سگهي.
۽ موت کي بہ ماري سگهي.

# ٻوڙهو ٿيان ڇو مان؟

(جوابِ عشق)

پکين کي اڏارون
ڏيان ٿو مان،
حسينن کي ادائون
ڏيان ٿو مان،
ندين کي رواني
ڏيان ٿو مان،
آبشارن کي جواني
ڏيان ٿو مان،
پهاڙن کي بہ طاقت
ڏيان ٿو مان،
تڏهن تہ پوڙهو
ٿيان نہ ٿو مان.
ٿيا جي انڪاري عشق جا
تنهين کي خواري
ڏيان ٿو مان،
سدا جَڳ ۾

جيان ٿو مان.
اڙي او پيار جا پاڳل
سڀ اُڌما ۽ صَدما
ڪٽين ٿو تون
۽ بيڪار خيالن کي
چٽين ٿو تون،
تڏهن تہ پوڙهو
ٿئين ٿو تون،
ڳوڙهن کي بہ مَڌُ جيئن
پئين ٿو تون،
بي وفائي جا تکا تير
سهين ٿو تون
تڏهن تہ پوڙهو
ٿئين ٿو تون.
سدا جواني بہ مون تي آ،
دنيا ديواني بہ مون تي آ،
بارش جي رواني بہ مون تي آ،
چولين ۾ تِکَ بہ منهنجي آ،
ساحل ڏانهن سمندر جي ڇِڪَ
بہ منهنجي آ،
چپڙن تي مرڪ بہ منهنجي آ
ها پوڙهو ٿيان ڇو مان؟

۽ سوڙهو ٿيان چو مان؟
سدا گهايل رهين ٿو تون!
ڪيڏو سڪايل رهين ٿو تون!
جدائي ۾ جلين ٿو تون!
راتين جو رڙين ٿو تون!
پن جي ٻيڙيءَ جيان سڙين ٿو تون!
تڏهن نہ پوڙهو ٿئين ٿو تون.
هي پوپٽ پرڙن ۾،
رنگن جي جا سجاوٽ آ،
گلڙن ۾ جا خوشبو آ،
مورن جي ٿهوڪن ۾
۽ ڪويل جي ڪُوڪُن ۾
سڄي ساري عبادت آ
۽ عشق جي عنايت آ،
عاشقن سان جيان ٿو مان
سازن جي آوازن ۾،
رمزن ۽ رازن ۾
رلندو رهان ٿو مان
تڏهن نہ پوڙهو
ٿيان نہ ٿو مان.
تڏهن نہ پوڙهو
ٿيان نہ ٿو مان.

# ڌرتيءَ کي پوري چُمي

ڌرتي توکي منهنجي چمي
پوري آهي تيڏي،
تنهنجي سينڌ ۾ ڦٽي
هڪ ڏينهن آهي تيڏي،
غلامي تي وئي ٻڳهي ۽ گهٽي،
ڌرتي توکي منهنجي چمي
پوري آهي تيڏي.
دلڙي اڏاريان تو گهٽي،
آجپيءَ جي خوابن کي ڪٽي
ڪو ته تيندو پنهنجو ڏٽي
ڌرتي توکي منهنجي چمي
پوري آهي تيڏي.
رهبر ڪيڏا رهزن ٻٽيا،
پٺ ۾ ڏاڍا خنجر هٽي،
ٻير جو مان ٻُور ته نه آهيان
جو موسم ۾ ويندس ڇٽي
ڌرتي توکي منهنجي چمي
پوري آهي تيڏي.

# ڀڳت ڪنورام کي پيڻا

ڏڏا هٿ پنهنجا
وڇت کان رهن ڇو
۽ ڀڳت جا هي نغما
ڳائي ڏسان ٿو مان،
ڇو دل ڏمالون آهن؟
۽ وجدان ۾ وطن آ،
ٿي رقص ساري ڌرتي
۽ آڪاش ٻہ نچي ٿو،
روميءَ جي رمز سمجهي
دل ٿي درازا پنهنجي
۽ ٻيٽ تي نچان ٿو،
سيوهڻ جي ٿي صدا مان،
ڪٿ ڪٿ ڪيئن اچان ٿو!
۽ جهوڪ جي خدائي
مان سنڌ ۾ ڏسان ٿو،
پکين جا هي پاڇا

پيرن ۾ چو پسان ٿو؟
ڪيف جو ڪبوتر
لڪيءَ منجھ لهي ٿو،
لاَهوتَ جيّ لڪن تي
آ ذلِ مون لڳائي،
دڪندو رهان ٿو سارو
هٿي ان الحق جو نعرو،
ملندو ڪتي تہ مون سأن
ڪندس يار جو نظارو،
ٻَڏي روح تائين چيرون
نچندو مان رهان ٿو،
ڪنور جا هي نغما
ڳائيندو ماِن هلان ٿو.

# جيڪو وڪجي ويو، اهو ئي ليڊر ٿيو

جيڪو نسريو بہ نہ هو
اهو بہ تاڙيو ويو،
جيڪو مڪڙي ٿيو
اهو بہ اجاڙيو ويو،
جيڪو گل بڻيو
اهو بہ ٽوڙيو ويو،
جيڪو سنڌ جو ٿيو
يار ساڙيو ويو،
گُلَ خوشبو ڪٺي،
ڪيڏو گهايل ٿيا
وک وک تي
وطن تان واريا ويا،
جيڪو وڪجي ويو
اهو ئي ليڊر ٿيو.
سنڌ جو واپار
ڪيڏو ڪامياب آ،
جيڪو دل جو ٿيو
اهو ناڪام آ،

جيڪو غدار آ
سو ئي زردار آ،
رئيس پوتار آ،
وڏو سردار آ.
دانش جون ثمريون به
لڳنديون رهن
۽ ڊالر جي بارش ۾
عقل جون ويشيائون
پڇنديون رهن
ريٿ پنهنجي پنهنجي تي
وڪبيون رهن
قلمڪاري به
قلم ڪارو بڻي،
نه وطن جو ڪو سهارو بڻي.
تڏهن به يارو
سنڌ ، چرين جو دلدار آ
۽ نه ئي سندن واپار آ،
دودا به هتڙي چمندا رهيا،
بلاول به گهاڻي ۾
ڪلندا رهيا،
جيڪي پيڙهيا ويا
اهي ئي دلبر ٿيا،
جيڪي ماريا ويا
اهي ئي زنده ٿيا.

## سمنڊ عاشقن جيان اداس ٿي ويندو آهي

سمنڊ تي جڏهن وڃو
تہ خاموش رهو
ڇو تہ:
سمنڊ توهان کي
سمجهڻ چاهيندو آهي،
سمنڊ جي ٻولي
ڇولين ۾ ڇيرون پائي
نچندي آهي!
سمنڊَ جنهن
جُڳ جُڳ جو پاڻي پيتو آهي،
سمنڊَ جنهن
پهاڙن جي برف کي بہ
گرمي بخشي آهي
۽ هرديس جي درد جو
ذائقو بہ چکيو آهي!

سمنڊ جنهن

پهاڙن جي بلندين کي به
ڌرتيءَ جي سيني ۾
ساهه کڻڻ سيکاريو آهي،
سمنڊ چوڏهين رات جو
چنڊ کي چمڻ لاءِ
اڏامڻ جي تمنا کڻي
ڪناري سان متو ٽڪرائيندي
زخمي ٿي پوندو آهي
۽ عاشقن جيان
اداس ٿي ويندو آهي،
سمنڊ کي سمجهڻ لاءِ
پٿائي جهڙي دانائي ۽ دل کپي،
وڻجاري جهڙو ونجهه کپي
۽ساموندين جي ونين جهڙو
صبر ۽ انتظار کپي.

# صوفين کي ڪوفين هٿان نيلام نہ ڪيو

دردن ڳُڻي صوفي سمجهڻ وارا
ڪوڙا ڪوي،
تون ڪوفي وارن سان
گڏ آهين!
۽ حرام جي هڏيءَ کي
ڪتي وانگر ٿو چاهين!!
راشي ۽ منافق محفلن ۾،
ٿو سيلفيءَ تي
تصويرون ٿا هين،
صوفين کي ڪوفين هٿان
نيلام ڪرڻ وارا
ڪانئر ڪوي،
تنهنجو ضمير تہ ستل آهي
پر تنهنجو قلم بہ
ڪوني جي ڏاڪڻ تي
ڪري مري ويو آهي!

يا دراني جي ڊرتي
ياڙين ٻوٽارن
۽ غدارن کي
درد کاڌي ٻڌائي
تو داد حاصل ڪرين،
اي! ويڪائو وڪر
تون وطن وڪڻي
پنهنجي جيب تہ
گرم ڪري سگهين ٿو
پر صوفي خوابن ۽ دردن کي
فريال جي فرج ۾ رکي
فريز نہ ٿو ڪري سگهين!!

# فراريت

هوءَ چوي ٿي تہ :
تون نہ پيءُ،
سوا پيئڻ جي
بہ تہ جيءُ.
مون چيو:
ٿَلهو جيئڻ وڏي ڳالھ نا هي!
مرڻ کان سوا
جيئڻ وڏي ڳالھ آهي!!
پچان ٿو سائين
ڇا غلامي ۾ بہ
جيِ آهي سگهبو؟
پيئڻ کان سوا
ڪيئن ڪو جيِ آهي سگهندو؟!
نہ شوق منهنجي ڪي
سمجهجان عياشي،
پيئڻ ڪانپوءِ ٿي

ڪيان ٿو چريائي،
غلامي جو غم
ڪو گهٽ تہ ڪونهي
۽ آجپي جو ڏور تائين
ڪو امڪان ڪونهي،
پڌاءِ
هن درد ڪي ڪيئن مان گهٽائي سگهان ٿو!
۽ قيدي وطن ڪي
نہ ڇڏائي سگهان ٿو،
پيئڻ کان سوا
دلڙيءَ کي دلبر
ٻيو ڪيئن ريجهائي سگهان ٿو؟!

# جيءَ جي جلاوطني

اي منهنجا قيدي وطن
جيڪڏهن مان
حسين گمنام گهٽين ۾
گم ٿي وڃان
ته مونکي
ڳولهڻ جي ڪوشش نه ڪجان،
پَر دل کي آٿت ڏجان،
يقين ڪر
انهن دلفريب گهٽين
ڪڏهن به ڪنهنکي
واپس نا هي ڪيو
۽ قيد به نا هي ڪيو،
هر دل وارو
خوشبوئن جي هنن گهٽين ۾،
گم ٿيڻ تو چا هي،
حسين ڳلين جي درن تي

دفن ٿيڻ جي تمنا ڪٽي
واپسيءَ جو
دڳ وساري
عشق جي انتها
ڪرڻ ٿو چاهي
۽ محبوبن جيئن مسڪرائيندڙ
گلن سان گڏ رهڻ ٿو چاهي.
هنن گهٽين جو جمال
جلاوطني جهڙو نا هي
پر ڪنهن وطن پرست
عاشق جي پوڄا جيئن پَوِترِ آهي.
ان ڪري منهنجا قيدي وطن
مونکي موٽڻ تي قائل نہ ڪر
۽ وڏيڪ گهايل نہ ڪر
تہ جيئن مان
ڪجهہ گهڙيون
فرار جي دلبر گهٽين ۾
گهاري سگهان
۽ پاڻ کي
جلاوطني ۾
ماري سگهان!!

# غلاميءَ جي گار

تون، مونکي ڪنيي
گم نہ ڪري سگھين ٿو،
تون، مونکان روشني کسي
ڪال ڪوٺڙي جي اونده
نہ ڏئي سگھين ٿو،
تون، مونکي
چچريل لاش بڻائي
ڪنهن ويراني ۾
اڇلائي نہ سگھين ٿو
پر تون، منهنجا
سپنا نہ ٿو کسي سگھين.
ڇا توں سچ ڪي
ڪنهن ڪال ڪوٺڙي ۾
بند ڪري سگھين ٿو؟
ڇا توں
آجپي جي اميد کي

ختم ڪري سگهين ٿو؟
ڇا تون هوائن کي
ڇڇريل لاش بڻائي
دفن ڪري سگهين ٿو؟
جي نہ
تہ پوءِ ڪانئر
منهنجي ۽ آزادي جي
رستي ۾ نہ اچ،
هيءَ حقيقت
جيڪا توکان اڳ ۾
ڪنهن بہ فاتح کي
سمجهہ ۾ نہ آئي آهي،
تاريخ گواهہ آهي تہ
وطن جي عاشقي
ڪنهن بہ عاشق ڇڏي نا هي
تہ پوءِ پنهنجو
بيڪار وقت ضايع نہ ڪر
۽ غلاميءَ جي گار سميت
ڪنهن گناهہ وانگر
گم ٿي وڃ!!

# گدڙڪائي ويا سنڌ ڪي

اي سنڌ!
مان تنهنجو منجهيل سُٽُ
سلجهائيندي سلجهائيندي
منجهي پيو آهيان،
هن سُٽَ جو سِرو
صدين جي غلاميءِ
گم ٿي ويو آهي،
قوم جي غدار قاتلن وٽ
اسان جي خوشحالي
۽ ٻچن جو اَجهو
اڪيون وڃائي
انڌو ٿي چڪو آهي
۽ اوندهه ڪي انعام ۾
اسانجا خواب ۽ آئيندو
ڏئي رهيو آهي
ته جيئن اسان جو مستقبل

ٻه منجهيل سُتَ جيئان
منزل نه ماڻي سگهي
۽ اهو ڄاڻي سگهي ته
"سنڌ گدڙن جو ڪاڄ آهي"
يا ڪنهن پڙوي پوتار جو راڄ آهي!!
افسوس اسان
صدين جي غلاميءَ ۾
زاني زردارن
۽ قاتل سردارن جو
ڄڻ ناجائز اولاد بڻجي ويا آهيون.

# مهان ڪوي شيخ اياز کي پيتا

ڪوي ڪراڙا
ڪراڙ جي ڪنڌيءَ تي
ڌرتي جي دل ۾
اجان تائين
ڌڪ ڌڪ ڪرين ٿو
۽ سنڌڙيءَ کي سڪ مان
ڪيڏو سڏين ٿو.
اسان جي دلين
توکان محبت سکي آ،
وطن جي ويهي عبادت ڪئي آ،
ويساهه وطن تان
ويو ڪونه آهي
۽ سورج سکر کان
سنڌوءَ ۾
اجان ٻڏو ڪينَ آهي،
ساڌ ٻيلي جو صنم

ستو ڪين آهي.
خيرپور جون ڪجيون
تو لئہ تاڙيون روئن ٿيون،
سنڌوءَ جي تڙ تي
سهڻيون ڇڻ ساڙهيون ڌوئن ٿيون،
عاشقن جيئان تنهنجي اکين
ڌرتيءَ جو انگ پسيو هو
۽ گلابي ڇپن کي ڪيڏو چميو هو
ڪوي قلندر، شاعريءَ ۾
اسان کي آجپي جو
رستو ڏسي وئين
تنهنجي گيتن سان
هڪ ڏينهن طلاطم بہ ايندو
۽ دمادم بہ ٿيندو،
تنهنجو ڏنل ويساهہ
اسان جي ساهن ۾
سلامت آهي سائين
"سِج لالاڻ سان
مَڏ ريتي جيئان
نيٺ ايرندو سنڌ متان"
تو جو پيجل کي
ڪيڏو ڳايو سدا

۽ ڪرنڊڙ ڪنڌ کي
سدا اوچو رکيو،
هلي آ او ڪوي
اڄ غدار سنڌ جي گهر گهر گهمن ٿا
۽ تنهنجي محبوب وطن کي
گروي رکن ٿا،
تو جو ڌرتيءَ ۾
قلم کي پوکي
ڪائنات ساري کي
ڪولي چيو هو
”سنڌڙيءَ تي سِرُ
ڪير نہ ڏيندو
سهندو ڪير ميار او يار“
او دلبر ڪوي
اڄ ڏسي وڃ تہ
زردار ڪيئن وطن کي
وڪڻي ڇڏن ٿا
۽ ڪيئي مولڻ
منڙي ماءُ کي
گروي رکن ٿا.

# قيديءَ جو نئون سال

ڪال ڪوٺڙيءَ ۾
بند پيل قيديءَ جيان
هر نئين سال تي
آجپي جي هڪ
نئين اميد سان
تو سوچي چوان:
تہ هن سال
قيدخاني جا بُرجَ لڏندا
۽ ڪڙا ڪلف ٽٽندا،
پر هر سال جي خاتمي تي
بُرج تو اوچا ڏسان،
ڪنڌ تو نيچا ڏسان
۽ دوکي جي ديوار
تهذيبن جيَ وارث وطن تي
ٽٽولي مان تي ڪلبندي رهي،
مان پنهنجي ڪرَم

۽ ويڪائو وڏڙن جي ڪيل جرم
ڪي ٿو ساري چوان:
تہ اڳلي سال آجو ٿيندس
يا چچريل لاش تي
ساڙيو ويندس؟!

# ڪيان ٿو يار ڪي راضي

سدا تاريخ ڳائي ٿي،
مندر جا گهنبد وڄائي ٿي،
ٻٽي جوڳي ڇو پٽڪون ٿا؟
در در تي واجهائي ٿي،
جبل جا پنڌ جهاڳي ڇو
هلندا هنگلاج ڏي آهيون؟
۽ لاهوت جي لڪن ۾ ڏس
نٿا گهر ٻار ڪي ساريون،
سچو پاڻ ڪي ساڙي
ڏٺوسين يار پنهنجي ڪي،
سڄڻ دلدار پنهنجي ڪي.
آواز ٿيو الستي آ
بي معنيٰ هيءَ هستي آ،
پريئن ءَ ڪي پسڻ جي ڪا مستي آ،
ڏمالن سان ٿي دل ڌڙڪي
۽ ڪونيا جي ٿي وڄ ڪڙڪي،

فنا جو فن ٿيو فاني؛
جيئڻ جي جوت ۾ جاني.
ٿيان ٿو جھوڪ جو جوڳي
درازان جو در پڪڙي مان
ڏسي دلدار سھڻي کي،
وڃھان ڍارو پٽ تي ٿو،
وڪر ويڪو نہ هٿ آهي،
رڳي آ جان جي بازي،
وڃائي جسم پنھنجي کي
کيان ٿو يار کي راضي.
کيان ٿو يار کي راضي.

# بابي جي وصيت

زرداري ٿيو آ زاني
جمهور جي سهاري،
عوام بک مري ٿو
قبرن جي اڄ ڪناري،
شهيدن جو هي سودو
آهي صفا ٿيو سستو،
ايان جي عرياني
۽ ملڪ جي مهماني
رنڊي جا رات ترسي
دولت انهيءَ تي برسي،
ڳڙهي ويڙهي وئي آ
ملڪيت ۽ مال سنڌ جو
دبئي ڪٽي وئي آ،
زاني آ حاڪم زادو
پي پي ڪپي وئي آ،
ٿيو آ ڪيس سنڌ سان

ملڪ رياض ڪي وڪي وئي آ،
آ چيچ ۾ هن ڪي پاتل
ڇلو شهيدن جو ٻي ٻيُ
قيدي آ فوٽو تنهنجو
لٽيو ويو آ لاڙڪاڻو
۽ رت ۾ ٻڏل آ راڻو.
ضمير سڀ ٻيتل هن
پر گٽر ڪليل ڏسان ٿو
۽ ماڻهو ڀليل ڏسان ٿو
بدبو گهٽي آ ڦهلي،
سنڌ جي ننگن ڪان يارو
شرمائي ٿي اڄ دهلي،
موهن دڙي جي مٽي
راوي هٿان پئي روئي
بلاول جي هيءَ ڪوٺي
ڪيڏي ڀلي ٿهي آ،
ان جي بدلي يارو
سنڌ رياض* ڪي وڪي وئي آ،
بابي جي وصيت پائو
مون پوري اڄ ڪئي آ.
مون ڀُوري اڄ ڪئي آ.

---

*ملڪ رياض

# ويڪائو وڪرءِ حُسنِ ڪارڪردگي

اجان تہ آزاد هوائون
گهلن پيون گهٽيءَ ۾
اسان تي آچپي جا
در ڇو بند آهن؟
اسان جي پوست ۾
ڪا ڪڙڪي تا ڪوليون
تہ سنگتيءِ ساٿي
پٺيءَ ۾ ڇو خنجر هڻن ٿا؟!!
روشنيءَ کي ڪتان کو
دنگو ملي ٿو
تہ چنيسر انهيءَ تي بہ
چغلي هڻن ٿا،
اسان جي اوندهہ کي
ارادن سان شڪست ڏيون ٿا
تہ ڪانئر
ڪيئي چچريل لاشا ڏين ٿا،

ميندي ءَ جي مهڪ
جي اچي ٿي هوا مان
تہ لهوءَ جي خوشبو
انهيءَ ۾ شامل ڪن ٿا!
قلم جي قوم لاءِ ڪٽون ٿا
تہ قلمڪاريءَ ۾ ملاوت ڪن ٿا!
۽ حسنِ ڪارڪردگي جي عنايت ڪن ٿا!!
ويڪائو وڪر تي
سرڪاري سخاوت ڪن ٿا!!

# خيالن جي خدائي

سدا تنهنجي دامن ۾
دکندو رهان ٿو،
سدا تنهنجي خيالن ۾
جَکڙيو رهان ٿو،
ڪيئي خيال ويڙهي
مان واپس رڪان ٿو،
ڪيئي خيال ياڪر يري
مون کي هلن ٿا،
ڪيئي مايوسيءَ مان
وچڙي واپس وچن ٿا،
سُوچن جا سلا
ڪيڏا ڦٽندا رهن ٿا
۽ زماني جي گردش ۾
سڙندا رهن ٿا،
خيالن جي خدائي
رسي جي وچي ٿي

تہ رڻن ۾ پياسي
رلندي رهي ٿي،
تڏهن خودڪشي جي ڪائي
موسم اچي ٿي!
ءِخماريل خيال ڪيڏا
خوش ٿي سمهن ٿا.
ءِخماريل خيال ڪيڏا
خوش ٿي سمهن ٿا.

# وطن کي وفائن جيئن ويڙهي نہ ڇڏجان

وري سَارَ آئي، وري سُورَ جاڳيا،
بي وفائي جا قصا، پڌاسين جو ساڳيا،
اسان جي رُناسين پکين ساڻ گڏجي،
رُنو هو سمندر اکين ساڻ گڏجي.
پرين! مند پکين کي ورائي اچي ٿي،
ڍنڍون، ترايون ڀرائي اچي ٿي،
اجهو سَرَ نسريا ۽ اجهو ٻير پلڙو،
ميندي‌ءَ هٿن ۾ هُو چانديءَ جو ڇلڙو،
دکندڙ دلين کي قابو ڪري ٿو!
عشاقن تي ڪيڏو نہ جادو ڪري ٿو،
هلي آ او سائين پکين ڪان سکي وڃ،
جلاوطني ڇا هي؟ اکين سان ڏسي وڃ،
ڪيئن قابو آهيون ڪوٽن ڪڙن ۾،
پيپل، ٽاري، نم ۽ ڀاڪر ٻڙن ۾،
اچي ڪو اسان کي دلاسو ڏئي وڃ،
ڏنل سُور سپرين تون سارا ڪٽي وڃ،

وطن سان وفائون اسان کي ڏئي وڃ،
عاشقيءَ جا قصا، ڪهاڻيون ڇڏي وڃ،
ننڊ کان اڳي تون ڳوڙهي جيان ڪري وڃ،
چمين جي ٻيهر ته هوائن کي ڇڏجان!
وطن کي وفائن جيئن ويڙهي نه ڇڏجان!؟
سڄي سنڌ ياڪر يري تون هلجان!!
هر جنم سنڌ تان واري تون وڃجان،
سمن جي سنڌڙي واپس تون ونجان،
سمن جي سنڌڙي واپس تون ونجان.

# سبين کي سلام

سبين توکي سلام سنڌ جا
چمن ڪيڏو اداس آهي!
گَلي گَلي ڪو گهاءُ آهي،
صَدا تنهنجي سڏي ٿي سانئڻ
۽ وطن کان هڪ سوال آهي
قاتل جو ڇا زوال نا هي؟
ڪَلي ڪَلي ٿو ڪپي هو ڪائرُ!
دل اسان جي ٻڏي وئي آ،
ڏرتي اجان ڇو ڏڏي نا هي؟
سمنڊ ٻه ساڙو سمهي پيو آ،
پهاڙن ۾ ڪائي پڪار نا هي!!
ڇا قاتل اجان ٿَڪو ئي نا هي؟
۽ خنجر هٿ ۾ ڏکِيو ئي نا هي!
ڪروڙين سِرَ اُتي جي پوندا
وڍيندڙ هٿ ڪٽي پوءِ پوندا
سبين سيئي سلامت رهنديون،

مکڙيون چمن ۾ ٽڙي پوءِ پونديون،
مِسِنگ سمورا موتي ملندا
اجهاٽل ڏيئا روشن ٿي پوندا
شيطانن کي شڪست ايندي!
ياڳ وطن کي ياڪر پائي،
سڀين توکي سلام چوندا.
سڀين توکي سلام چوندا.

# نواب خير بخش مري کي ڀيٽا

هُنَ جا ارادا
هماليہ جيان اڏول،
هُنَ جي خاموشي
سمنڊ کان بہ گهري هئي،
هُن جي پيشاني
سج جيان روشن،
۽ اکين ۾ آزاديءَ جا اولڙا
سدائين جرڪندا رهيا،
هُنَ جي چپن مرڪڻ
۽ اکين روئڻ
ڇڏي ڏنو هو،
ديس جا درد
هُنَ جي دل سان گڏ
ڌڙڪندا هئا،
ڪوئيٽا ۾ هڪ قبر
سدائين جاڳندي رهندي
ڇو تہ هُنَ جي اکين ۾
آجپي جا خواب
اجان زندهہ آهن.

# اسان زردار ٿا سڏجون

اَبي جي خواهش ٿا پاليون
دولت جا گهر ٿا ٺاهيون
نہ وطن خوشحال ٿا چاهيون
نہ ئي قوم کي ٿا تاريون
رڳو ٿا مال هٿ ميڙيون،
اَديءَ جو حال حاظر آ
ڳڙهيءَ جي قبر بہ شامل آ
ڪرپشن جا قرب ٿا چاهيون،
اجان تہ اَيانِ ايندي ڪا،
شرجيل کي شرم ڪونهي
۽ قائم علي جو ڪوڙ باقي آ
وڏي ڪا ڊوڙ باقي آ،
اسان ۾ ضمير ڪونهي ڪو
اسان ۾ زردار تو جاڳي
۽ رڳو زرَ تو چاهي!
اسان جو قصور ڪهڙو آ؟

ٻُتَنِ جو ياڳ چڙهيو ڦاهي!!
۽ جيالن جو حال ٿي ناهي
اسان زردار ٿا سڏجون،
اسان سردار ٿا سڏجون،
حرامي ٻار ٿا سڏجون،
تڏهن غدار ٿا سڏجون
وڏا زردار ٿا سڏجون.

# هلي آ او سورج

نہ ئي چنڊ، تارا ۽ ڪتيون سلامت
بڪن ۾ مرن ٿا، نہ ٻچڙا سلامت
اجان آسمانن مان، ڇو ورناءُ بند آ؟
سدا ساھہ مٺ ۾، جوانن جو آهي!
موت بہ هُنَنِ جي ڪيڏ ڪيڏ ڇو آهي؟
اجا رات ڪاري، ڪُتي ڇو نہ آهي؟
اجان صبح، سانجهي، ڦٽي ڇو نہ آهي؟
سنڌ کان تون سورج، رُسي ڇو ويو آن؟
غدارن کي تہ گهر گهر، ڏسي تون ويو آن!
هلي آ او دلبر، ڇڇريل لاشا ڏسي وڃ
پلي پو اسان کان، تون آشا کسي وڃ
مرڪون، ڪچهريون ۽ اوطاقون بہ بند هن،
نہ ڳجهارتون، آکاڻيون ۽ چرچا بہ وسريل
رڳو بارود جي بوءِ ۽ دشمنيون پراڻيون،
مرن مور پنهنجا ۽ ڪونجون اجان ٿيون
بگهڙ واٽ پنهنجي تہ تاڙي اجان پيو،

گدڙ گهر کان نڪري اوناڙي اجان پيو،
رسي ويو اسان کان دريا خان آهي
۽ پٽائي بہ پٽ تي پريشان آهي!!
گهاٽو چا ٻيهر بلاول گهري ٿو؟
چنيسر، خلجيءَ کي چغلي هٽي ٿو،
ٻاگهل ماڙيءَ تان سڏي پئي سنڌ کي
او دودا دلبر، دُکي سنڌڙي ڏسي وڃ
نہ ميهڙ تي مرڪي ۽ سکر بہ سڪي ويو!،
ڪلاچي آ ڪُن ۾، مورڙو مري ويو
نہ ٿي سن ۾ هڪ مٽ تي مِڙون ٿا!
۽ نہ ئي ڪِڙهيءَ ۾ سنڌ جون ڳالهيون ڪيون ٿا
رڳو پنهنجن سان وڙهون ۽ لڙون ٿا،
تڏهن تہ رهزن اڄ رهبر بڻيو آ .
۽ قاتل، شهيدن جو وارث بڻيو آ،
وڪڻي وطن کي زردار ٿيو آ!
هلي آ او سورج، روشني ڏئي وڃ
ازل جي انڌيرن کي واپس ڪٽي وڃ
سنڌڙي صدين کان تنهنجي پوڄا ڪئي آ
اونده سان اوچي ڳاٽ لڙندي رهي آ
هلي آ او جانب، انڌيرو ڪٽي وڃ.

# ڏينجو ڏوکو

هر صدا ۾ ساز ۾
رت آ ڇمي ويو
۽ گلاب جي هر ڪلي
لهو لهو لار ٿي،
هر جيءَ ۾
ڪيل آ ڪپي ويو
۽ جهان جون دليون
درد ۾ ٻڏي ويون،
ڪيئن ڪبوتر لام تان
نڪاءَ سان اڏي ويا،
پهاڙن جا ٻه پار ها
۽ خوف ۾ ابهم بار ها.
هي نہ ڪنهن جو ڏينهن آ
جو پوپٽ جا پر پٽي،
دهشت جو ڏنگ وٺي
ڪَلي ڪَلي ڪَنڌ ڪپي،

هر ٻار کي ٻڌي ونو
۽ ملالا سان ملي ونو
قلم ۽ ڪتاب سان
اوندهہ تي ڪتي سگهي
نہ ڪلاشن تي پچي سگهي!
هر ضياءَ جي ذات سان
فتني ۽ فساد سان
دارا تي اتي پئو،
منصور تي جمي پئو
۽ ان الحق جي صدا هٽي
ملان کي مات ڏيو،
سورج مکي کيت جيان
سج سان گڏ هلو
ٻج تي مٽي ملو
۽ سلو سلو تي جمو
گهتي گهتي ڳالهہ ڪيو
امن جي ڳالهہ ڪيو.
امن جي ڳالهہ ڪيو.

# سرويچ پيرزادي کي پيتا

اي آزادي!
توسان لائن لهڻ جي شوق ۾
منهنجي لال ٻڌا هن
ڳاڙها موڙ،
هن جي هڪ هڪ زخم منجهان ئي
ميندي جهڙي مهڪ اچي ٿي
سنڌ سموري سارُ سوا
هن جي ڄڄ لڳي ٿي ڄڻ
ڳيچ جي سارا پيڻ سوچيا ها
سڀ سهرا ڏس اڄ لڙڪ بڻيا هن!
ڳاڙهو ڳانو گهوٽ جيان گهايل
مامي هٿ ۾ پار ڪيي تو.
ماسيون، ماميون،
جيڏا، جوڙا،
سنگتي، ساٿي،
ساٿا ساٿا ساهه کڻن ٿا

ڳوٺ سڄي ۾ پار ڪدين تا،
ممتا ساري راز ڪي سمجهي
موهن دڙي سان ڳالهہ ڪري ٿي
تنهنجي ڪن ۾ پڻ پڻ ٿئي ٿي!
”تنهنجو عشق،
منهنجي پيار ڪان
گهٽو آ پچڙا!“
تڏهن تہ تو آهن
ڳاڙها رت جا موڙ ٻڌا
۽ ايڏا گهرا گهاوَ سنا،
ها ڏرتي پنهنجي چيڙن سان
پورل تنهنجا زخم پريندي
ڳاڙها ڳيرو گلاب ڇٽيندي،
سنڌ سڄي ۾ خوشبو ٿيندي،
ميجتا ٿيندي، مان بہ ملندو
سنڌ جي منڙيءَ ماءُ ڪي پو
چڇريل چوڏهين چنب نہ ملندو!
چڇريل چوڏهين چنب نہ ملندو!

# شهيد آصف پنهور ۽ شهيد وحيد لاشاري

# جي ياد ۾

مون هميشہ
مخدوم بلاول ۽ دولهہ دريا خان
جي ساميءَ کي
ساهہ کڻندي محسوس ڪيو آهي،
اهڙو ساهہ
جنهن ۾ ويساهہ هوندو آهي
ان ويساهہ جي واٽ تي
سنڌ جا عاشق
پنهنجي ساهہ جي تند کي
تنبوري جيان تاڻي
وطن تان وارجي ٿا وڃن.
ڇچريل لاش
اسان زندهہ لاشن کي
ڍونڍاڙي رهيا آهن
۽ چئي رهيا آهن تہ
”پنهنجي واري جو انتظار نہ ڪيو“

جيڪا ڌرتي زنده هوندي آهي
ان جي سيني ۾
شهيدن جون قبرون
ڌڙڪنديون آهن
پر ڪانئر دليون
۽ مرده ضمير
ڌرتي جي سيني تي
بيڪار بار هوندا آهن.
اي سنڌ جا سپوتو!
ان ڪان پهرين جو
اوهان چچريل لاش بڻجي وڃو
۽ توهان جو رت ڄمي وڃي
پنهنجي گرم لهوءَ سان
اچي جا ڏيئا روشن ڪيو
ته جيئن ايندڙ نسل
لال لهو جي سرگرم تي
ڌرتيءَ جي رقص
۽ شهيدن جي خوابن کي
ماڻي سگهن!!
يقين ڪيو،
عاشقن جا خواب
سنڌ جي اکين ۾

اجا زنده آهن
۽ اُهي اکيون
اروڙ ۽ رني ڪوٺ ڪان
سپوتن ڏانهن واجهائي رهيون آهن
انهن اکين کي
اجهامڻ نه ڏجو
۽ لاٽ کي وسامڻ نه ڏجو.

# تون منهنجي ڪُل ڪائنات آهين

(سِنڌيا جي جنم ڏينهن تي)

منهنجي منڙي ڌيءَ
تنهنجي جمڻ سان
زندگي هئي مُرڪي پئي،
جيئڻ جي ڪا نئين معنيٰ ملي،
هر احساس ۾ اتساهه ۾
تون وڏو وشواس تي،
منهنجي زندگي کي
تڏ ۾ بہ گرمي ڏني
۽ نياڻيءَ واري نرمي ڏني.
منهنجي منڙي ماءُ جيئن
سدا تي مونسان مُرڪي ملين،
ساڳيو انتظار ۾ الڪو ڪرين،
تنهنجي اکين ۾
ٻاجهہ ۾ ماءُ واري شفقت
جون ٿو چوليون ڏسان

۽ جڏهن منڙيون تنهنجون
ٿو ٻوليون ٻڌان
ته دل ٿي جهومي اُٿي
۽ ستارن سان ٿي ڳائي نچي.
تون سنڌوءَ جيان
ڪڏهن اداس
۽ ڪڏهن پَرِيُنِ جي ديس جي
ٿي ملڪا لڳين،
آسمانن کان مٿي
ٿي ڪيڏو تڪين،
تنهنجي اڏام
ڪونجن کي ٿي قائل ڪري
۽ هوا سان ٿي گڏ هلي،
تون ياد جو
آهين روشن ڏيئو،
سنڌ جيئن وسرين ئي نه ٿي
۽ سورج مکي جيئن
ٿي ڪلندي رهين،
منهنجي ڪل ڪائنات آهين.
منهنجي ڪل ڪائنات آهين.

# پنهنجي پٽ بالاچ ڏانهن

منهنجا ٻچڙا
تون ڏاڍو حساس
۽ پکين جيئن آزاد آهين
مان، تنهنجي درد ۽ اڏامن
کي ڪيئن سمجهي سگهان!
پر پرين
تون اسان جي
پيڙا ۽ پيار کي
سمجهڻ جي ڪوشش ڪر.
هيءُ جهانُ
تنهنجي خواهشن ۽ خوابن
جهڙو نا هي
۽ نہ ئي
تنهنجي ساهن جيئن
گرم ۽ نرم آهي!!
تون جنهن جهانَ جا
سپنا اکين ۾

سانديءِ تو هلين،
سا دل واري دنيا
هن سَياه سَياري
تي نا هي
چو تہ تون
هرٽيءَ جي اک مان
۽ مور جي رقص جيان
دنيا کي ڏسڻ تو چاهين!!
پر پرين
تنهنجي چوڌاري
خواهشن جا قيدي
۽ مڪار ماڻهو
تنهنجي تخيل جي دنيا کي
ڏسڻ جي اهل نہ آهن.
ان لاءِ
منهنجا منڙا ۽ معصوم پٽ
اسانجي دنيا ۾
موٽي آءُ
تہ جيئن
تنهنجي پيڙا ۽ ڪرب
بہ گهٽجي سگهي
۽ اسان بہ اطمينان سان مري سگهون !!

# NOSTALGIA

ٽڏن چانورن ۾

پِينگهُنِ ۽ هندورن

تي لڏندا رهياسين،

گهٽين ۾ هڪ جيڏن سان

لڪ لڪوٽي جون

رانديون رهياسين

۽ کبڙ جي جهوني وڻ تان

ڪڏندي سنڌوءَ جي لڙاٽيل

پاڻيءَ ۾ ترندا رهياسين،

سانوڻيءَ جي سهڻي موسم

۽ جهليءَ جي هوا ۾،

سُتاسين سڀ ٿَڪَ لاهي!

جهان جا سڀ غَمَ لاهي!

وٽاڻن جي وچندڙ

چڙن ۽ ٽلين جيئن

وچندا رهياسين،
رات جو سِتارن هيٺان اگڻ ۾
ستاسين کٽَ ۾ ٹُڪَ جي رلهيءَ تي
چڙ پرينءَ کي تکيندا رهياسين!!
پره کان پهرين
هو پکين جون منڙيون ٻوليون،
جيجل جِي ڏوئڻري،
مکڻ جي خوشبو
۽ گهتيءَ مان گذرندڙ
بيل گاڏيءَ جا چيڪَٽَ
جيءَ کي جيئاري ڇڏيندا ها
۽ گهري ننڊ مان ٻـ
اٿاري ڇڏيندا ها!
وهي جا وهامي وئي
تہ سوچيان ٿو
هي اسان جي ڪهڙي ترقي آ يارو
جو ٽرنڪو لائيزر
۽ مَڌُ جي مٽکن کانپوءِ ٻـ
ننڊ جو ڪو پتو ڪونهي،
مَڌُ جو ڪو نشو ڪونهي،
۽ زندگيءَ جو ڪو مزو ڪونهي!!

## عبدالستار ايڏيءَ کي ڀيٽا

هُنَ ملنگ
جنهن مسيحا
جي نہ ڪا دعوا ڪئي
۽ نہ مليس
ڪنهن غار ۾ ڪوئي وحي،
نہ ڪيائين اٽ ڏني
خدا جي پرستش
۽ نہ ڪنهن کي ڏنائين
جنت ۽ حورن جا ڏتا
پر دل سان ڪيائين
خلق جي خدمت
۽ اوڍايائين اگهاڙن کي لٽا،
نہ هُنَ کي ٻانهيون رکيون،
نہ ئي ڪيئي حرم ۾ زالون رکيون،
نہ ئي کي جنگيون وڙهيو،

نہ ئي ڪي مخالفن کي
ڏنائين تلواري شڪستون!
پر پوءِ بہ
هو صوفي منش شخص
هر دل ۾ تو ڌڙڪي
۽ مذهبن جي اک ۾
چو اجان تو ڦڙڪي؟!
هُنَ جو دين هو
دُکي انسانيت جي خدمت،
هُنَ ڏنو هو ڪعبي کي
لاوارث لاشن جي دلين ۾
۽ بيمارن جي اکين ۾،
هو جو پيغمبر تہ نہ هو
پر پيغام ڏيندڙن کي بہ
آ پوئتي ڇڏي ويو
۽ اکين جي روشني
اسان کي ڏئي،
دين جي دوکي کي
آ انڌو ڪري ويو،
ڇڻ عربن جي
پرتشدد پيغام کي
آ ننگو ڪري ويو!!

# ٻرينءَ جي خواب جا خنجر

اجان رات ڪُٽي نا هي
وڇائي ٽُڪَ جي رلهيءَ کي
اڱڻ ۾ هوءَ سُتي آهي
چنڊ جي هيانوَ ۾ خنجر
ڪُپائي جڻ سُتي آهي!
سمورا شبنمي چڪر
ڳلن تي ڳوڙهن جيئن
ڳڙن تا پيا،
پتنگ ڪيئي مرن تا پيا!!
۽ ٽاندا اٽا يري ياڪر
چاتين کي چمن تا پيا،
ستارن جي سهٽي چادر
بنديا جيئن ٻري تي پئي،
سمهين جي چنڊ سا ٻيهر
تہ دلڙيءَ کي دکائي ڇڏ،

ستارن کي ٻڌائي ڇڏ،
پرينءَ جي خواب جا خنجر
اکين ۾ کپائي ڇڏ،
جيئڻ جي آس ۾ جاني
زندگيءَ کي جلائي ڇڏ
۽ چمين جا ڪيئي چکر
ڪعبي جيئن لڳائي ڇڏ
خيالن جي خدائي کي
حسينن تان لٽائي ڇڏ.

# وک وک تي ٿيا خنجر اُپا

اڙي او منزل
ڇو پڇين ٿي اسان کان؟
پيرن ۾ ھٽين ٿي
ڇو پيڙيون اسان کي؟
نہ يار جي درشن کي
سولو ڪرين ٿي!
نہ پنڌ پنھنجو
تون پورو ڪرين ٿي!
سفر ۾ جي سنگتي
ڇڏي پڇي ويا
تنھين کي تون ڇا لئي
ميارون منجين ٿي؟!
ڏکو پنڌ پنھنجو
سڄڻ ڪيو آ
۽ خنجر اُپيو بہ

پنهنجن ڪيو آ،
تنهين ڪان پچاڻو
نہ چا لئہ ڪرين ٿي
ٻ غدارن ڪان رساڻو
اجان نہ ڪرين ٿي!!؟
پڪين جهڙيون چا لئي
اڏارون پرين ٿي!؟
اڙي چو منزل
پري تون پڇين ٿي؟

# غزل

(سنڌ صدين کان)

هڙئي رنگ رمزون، ماڻڻ گهران ٿو
مڪليءَ جا مانجهي، اٿارڻ گهران ٿو

سرفروشي سلامت رهي سنڌ تنهنجي
عاشقن جا اندر، اجارڻ گهران ٿو

سدا سنڌو جل ٿل وهندو رهي
تماچيءَ جي تڪ کي، تارڻ گهران ٿو

ويا جي اباڻو، ڇڏي ديس پنهنجو
واپس تنهي کي، آڻڻ گهران ٿو!

وڄن چنگ جهرجهنگ ڏنارن سدائين
ڪراچيءَ ۾ هڪڙو، چارڻ گهران ٿو

متو آهي مانگر، معصومن کي ماري
انهيءَ مڇ کي، مان مارڻ گهران ٿو

سائي رهي سدا سينڌ سنڌ جي
منڪر مڙئي تنهنجا، ساڙڻ گهران ٿو

صدين کان سنڌڙي سيتا جا قصا
پوڙهو پروهت، پڪارڻ گهران ٿو.

# غزل

سڄي رات تڙپي، تا ساري جيئون،
اڃان ڏينهن ڏاڍو، تا گهاري جيئون.

سکر ۾ مليو، سڄ لٿي جو صنم!
اسان پيار پنهنجو، تا واري جيئون.

ڪارونجهر يي ڪنهن ڪي پڪاري پيو؟
سڄاول ڪي ساجهر، ڪيئن سمهاري جيئون؟

وري آ گهلي، گهٽيءَ ۾ گهايل هوا،
ڄامشوري ڪي يلا، ڪيئن وساري جيئون؟

اکين ۾ جو سنڌو تو وهندو رهي!
سڄڻ سنڌ ساري، ڪيئن سڪائي جيئون؟

سٽل آ ضمير زردار جو هتڙي!!
غدارن ڪي گهر ۾، ڪيئن گهرائي جيئون؟

اڃان تہ سنڌ ساري ستي ڪو نہ آهي،
منڪر مڙيو ئي تا تنهنجا ماري جيئون.

يلي جي اسان ڪان، رسي ڪو رهزن،
ڪيئي تماچي تڙ تي، تا تاري جيئون.

# غزل

فدا تياسين وفائن تان،
جلايوسين پاڻ جفائن تان.

نہ محبت ۾ ماپ جا قائل،
نہ ئي تڪ طور ادائن سان.

هر هٿ ۾ هٿ خنجر آ!
مُشڪ رت جي اچي پئي هوائن مان.

زخم زماني جا ڏنل تازا هن!
فنا ٿياسين فڪري صدائن تان.

نہ اُڏامڻ جي خواهش باقي آ،
ڪٽيا ويا پَرَ فضائن مان.

# غزل

گلن جي رنگن ۾ تو رنگجي وڃان،
عشق جي راهن تي تو ڏنگجي وڃان.

ڪيئي رابيل پيا ڦٽن منهنجي من ۾،
تو سوا پرين تو مان زنگجي وڃان.

گلابن آ گهٽو گهايل ڪيو جانان!
سورج مکي ڪيت سان، مان منگجي وڃان.

رات جي راڻي تي روح ڪي رولي ڇڏي،
پوپٽن جي پيار تي تو دنگجي وڃان.

نيڻ نخرا ڪري تا ڏانوڻ وڃهن،
حسينن جي هر ادا تي تو ونگجي وڃان.

# غزل

پانھون رسي ويون، نگاھون رسي ويون،
اسان کان رڻ ۾، راھون رسي ويون.

نہ واپس ورون ٿا، نہ اڳتي وڌون ٿا!
سمنڊ کان سڪندري، ڪاھون رسي ويون؟

اُميدن جا ڏيئڙا، نہ اجھامڻ ڏناسين،
آزاديءَ جي ونڙي سان لائون رسي ويون.

وري ڪو جڪرو، چمي شال سنڌ ۾،
پريڻ جي پکن جون، پناھون رسي ويون.

وطن ويڙھيچن جو، وڪيو ويو زر خاطر،
ملير جي مائن کان داھون رسي ويون.

# غزل

(حسن درس جي ياد ۾)

اڏامن روز ٽيون آڙيون،
سڄڻ يار جون سارون.

وساريان ڪين وسرن ٿا،
بنارسي پاڪر ۽ ساڙهيون.

هر اڪ آ اجان آلي،
سهڻي جا سور ٿا پاليون.

ڪجل، ڪوڪا ٻه روئن ٿا،
سڏڪن روز ٽيون واليون.

وري ها مند موٽي آ،
ڏسون گلابن پريل ٽاريون.

جواني ۾ ڇٽي وئين جاني،
سمورا قول ڪيئن پاڙيون؟

مشائخ مان ته موٽي آ!
حيدرآبادي سڏن ٽيون ناريون.

# غزل

سچڻ ساھ سگڙو، سبڻ کان بہ وياسين
وفائن جا قصا، ٻڌڻ کان بہ وياسين

قاتل بدن آ، انڌن جي وطن ۾
نندبہ آ نياڱي، ڏسڻ کان بہ وياسين

ڌرتي وڪي جن، آ تنھي کي سلامي!
نڪ آ وڌيو ويو، ٻڌڻ کان بہ وياسين

نہ جذبا نہ غيرت، چڻ لاشا گھمن تا
جيئڻ کان بہ وياسين، مرڻ کان بہ وياسين.

# غزل

مچ ڪچھريون ڪري، توڪي چاھيون پيا،
سُرن جي سار ۾، توکي ڳايون پيا.

مليو امانت ۾، هڪ سجدو اتم،
سنڌ ڪعبي مثل، نوڙي نيايون پيا.

هتڪڙين ۾ بہ ، تنھنجا نغما چئيم،
ڪال ڪوٺڙي ۾، دل ريجھايون پيا.

ايندو منھنجو صنم، وٺي نئون جنم،
پوءِ چو پيارا، پاڻ پڇتايون پيا ؟

هوءَ مڪليءَ مان، اتي واجھائي پئي،
اسان لاڙ ۾، چو نہ دل لڳايون پيا؟

هوا جي هٽان، ڪھڙي خوشبو هلي،
مقتل ڏانھن 'مظفر' وري واجھايون پيا.

# غزل

ساقي نہ ڏي شراب، منهنجو يار تہ اچي،
جامِ محبت ۾ صنم، اڄ دل پئي نچي.

نشو نيڻن جو چڙهيو، ناهي مَڌُ ۾ مزو،
ڏي مئخاني کي ڪَڙُو، وڏو مچ تہ مچي.

محبوب جي هڪ نظر سان، مدهوش ٿيا مڙئي،
جلوه جو جمالُ آ، چريو چنڊ ڪيئن بَچي؟

رڳن ۾ رت جيئن لتو، آ نشو نينهن جو،
صنم ٿيو سُرورُ آ، اَنگ اَنگ تہ ٻَري.

دلبر ڌمال ڌم ڌم، ٿيو قلندري ڪمال آ،
عاشق مڙيا پتنگ جيئن، پَرَ پَرَ تہ سَڙي.

# غزل

وڃائي دل پنهنجي ڪي،ڪيان تو اڄ پڇاڻو ڇو؟
پرين پرديس ۾ آ پر،ڪيان تو اڄ رساڻو ڇو؟

ملڻ جي آس بہ ناهي، ير جدائي بہ جلائي ٿي،
ويهي سنڌوءَ ڪناري تي،ٿيان تو اڄ وڃاڻو ڇو؟

ترڙيو گهر مان ويو آهيان،ڏنگيو پرڏيهہ ڏاڍو آ،
ورهائن ٿا وطن منهنجو،ڪيان تو اڄ آجياڻو ڇو؟

رنو مونکان صنم آهي،رساڻو بہ تہ جائز آ،
وري ڪو واءُ ورندو، ڇڏيان تو اڄ لاڙڪاڻو ڇو؟

# غزل

پٽ پٽ تي تنهنجا پاڪُرَ هئا،
سٽ سٽ ۾ تنهنجا ذڪر هئا.

واريءَ ذرن ۾ وقت قيدي ٿيو،
ٿر جي ٿوهرن ۾ ڪي فڪر هئا.

زندگي رڪجي وئي يا ٿڪجي پئي،
غدار سدا سنڌ تنهنجا مُنڪر هئا.

پنڌ پيرين ڪيم، دل دکائي ڇڏيم،
نينهن جا ننگا پارڪر ننگر هئا.

سدا ڳايان پيو، رڳون وڄايان پيو،
ڏيهه ۾ مارن ڪي ڏاڍا ڏکر هئا.

# غزل

سدا ياد تنهنجي ڏکن ۾ اچي ٿي،
اسان کي ڪپرَ جيئن ڏنگي وڃي ٿي.

سار سپرين آ ٻوڏ جي موسم جيان،
دل جي بندن کي ٻہ ٽوڙي وڃي ٿي.

ڳوڙهن کي اکين ۾ سانڍي هلان ٿو،
مَڌ جي موسم ۾ ڇو ويتر مچي ٿي؟

لاڙ جي لڳيءَ کان نہ لنوائي سگهان ٿو،
ڏکن کي ڏکن سان جوڙي وڃي ٿي.

ڄامشوري ۾ ڄميا سين، اتي ئي مئاسين،
قبر ۾ بہ ڪيڏو، مچي ۽ رچي ٿي.

# غزل

سڀ حسرتون پنهنجون، ماري هلان ٿو،
رڳو تو لاءِ پاڻ، مان جيئاري هلان ٿو.

اميدن ڏيئڙو اجهاڻو، ته روشني نه رهندي،
وطن جي واٽن کي، مان اُجاري هلان ٿو.

خلق سمجهي پئي، صفا مجذوب آهيان،
مگر سنڌ توکي، مان ساري هلان ٿو.

سونهن تنهنجيءَ مٿان، شال صدقو ٿيان،
گهر،ٻچا ـ ٻار،سنگتي، مان واري هلان ٿو.

ڪبوتر ٻه قاتل وٽ، ڏس قيدي ٿيا هن،
تتر ،تلور ٻَٽَنِ تان، مان اڏاري هلان ٿو.

ٻڏو جي سفينو ته، سمندر نه رهندو!
هوا کي هٿن تي، مان تاري هلان ٿو.

سنڌڙي سيتا اڄ چو سڏڪي رهي آ؟
پوڙهي پروهت کي، پڪاري هلان ٿو.

# غزل

وچ وراڪا ڪري، اڄ ٻرندي رهي،
شهر منهنجي مٿان، ڇو ڪرندي رهي؟

ڪير مرڪيو هيو، ڇو نہ تڙپيو هيو؟
قاتلن جي هٿان، هوءَ سڙندي رهي.

ڪيئي بادل سڙيا، پڙڪو ڪائي اٿيا،
ڪو نہ برسيا، هوا ڪيڏو هلندي رهي.

مون پڇيو هو، منهنجو جانان ڪٿي؟
ڪڪرن تي ڪيڏو، هوءَ ڪلندي رهي.

هوا بي رحم آ، ڪنهن وٽ ترسي نٿي،
ڄامشوري ۾ گهايل، سا گهلندي رهي.

## غزل

اسان قيدي قاتل نگاهن جا،
حسينن جي انڌي ادائن جا.

وڇوڙو وار ڇوڙي ٿو، هلي آ،
نہ تہ مري ويندس جفائن سان.

اسان جو پنڌ ڏکو ٿي ويو آ،
زماني جي دلبر، دغائن سان.

تڏهن کان نيڻن کي ننڊ ناهي!
جڏهن ملياسين آزاد هوائن سان.

اڃان تہ جيءَ ۾ جوت جاڳي پئي،
ڪٽندي رات پرھ جي صدائن سان.

# غزل

## (حسن درس جي ياد ۾)

وري جُون آيو، وري سُورَ جاڳيا
جدائي جا جانب، گرم ڏينهن ساڳيا.

مشائخ جي متي ٻ، ماتم ڪري پئي
رڻن پيا پرينءَ لاءِ، ورڻ جا هو ياڳيا.

ڇڏي وئين سڄڻ، ڪنهن جي سهاري
ستا ڪين سنگتي، اوهان سان جي واڳيا.

شاه پنجي* جو تڪيو، رولي هليو وئين
مسرور** سان گڏجي، پنڌ تو جي جهاڳيا.

---

* شاهہ پنجو: مسرور سومري جو ڳوٺ.

** مسرور: حسن درس جو پڳ مٽ يار.

## ”پرهہ ٿي وئي پري آهي“

نَچي اڄ ”رات“ ڪيڏو پئي
سَڏي اڄ ”رات“ ڪيڏو پئي.

اسان تہ روشنين جا راهي،
چِڪي اڄ ”رات“ ڪيڏو پئي.

پرهہ ٿي وئي پري آهي،
هلي اڄ ”رات“ ڪيڏو پئي.

ناهي ننڊ نياڻن نيڻن کي،
جاڳي اڄ ”رات“ ڪيڏو پئي.

ڏکڻ ڏيهي چو ڳُهليو ناهي؟
جَلي اڄ ”رات“ ڪيڏو پئي.

ٻرن ٻانهون ٽيون ياکر لئہ،
ڏِڪي اڄ ”رات“ ڪيڏو پئي.

سڄي سنڌ چو سمهي پئي آ؟
ڪِلي اڄ ”رات“ ڪيڏو پئي.

ڪپائي سنڌ زردار ڪائي ويو،
چوي اڄ ”رات“ ڪيڏو پئي.

# غزل

توهر سارا توکارن تا
ڪنبا ڪيڏا روز چين تا.

ڪڙوا ماٺو ڪنهن جا ناهن
وک وک تي چو روز ملن تا؟

مون ٻه هڪڙي آشا پالي
سپنا سوليءَ روز چڙهن تا.

جيون سارو تُر ٻرُ آهي
واريءَ ۾ چو گل ترن تا؟

نيت ته نيٽن ننڊ اچي تي
اوجاڳا ڏس ڪيئن مرن تا.

هرٽيءَ ڪيڏا چال ڏنا ها
دل جي ننگر مور رڙن تا.

# غزل

سدا وات پنهنجي ٿو ويري ٽڪي،
ماري مورن کي ٿو ڪيڏو ڏکي.

نہ بادل ٿا برسن، نہ ڪنوٽيون ڪجن،
ياڙيو پوتار ٿو گهر گهر ٻَڪي!

”ڪنهن کي چوان تہ ماريو سڄڻ“،
نڪ ڪانسواءِ ٿو قومي ليڊر نچي.

اسان جي ڪسڻ جي ڪا موسم نہ آ،
ٿي بارود جي بُو هوا مان اچي.

ڪويل ٿي ڪُوڪي، ڪنائي تہ ڏِسُ،
تترن جون ٻوليون، ڪَچي ۽ پَڪي.

# غزل

نہ جانب توکان جدا ٿي سگھياسين،
نہ تنھنجي خيالن جا خدا ٿي سگھياسين.

اجان طُور سينا تي موسيٰ سڙي پيو،
نہ خودڪش عاشق فدا ٿي سگھياسين.

نہ جلوہ ڏٺاسين نہ ڪلما پڙھياسين،
نہ مُنڪر تنھنجا سدا ٿي سگھياسين.

پرين تنھنجي پوڄا ۾ پاڳل رھياسين،
ٻڪن ۾ بہ سنڌڙيءَ کي سجدا ڏناسين.

اجان خِلجي وطن مانَ ويو ڪين آھي،
چنيسر چمن آ، نہ دودا ٿي سگھياسين.

# غزل

پرين پيار پنهنجو ڪتابن ۾ لڪجان،
وچڙي ويون پوءِ خوابن ۾ ڏسجان.

اِجها مُند آئي ڪيتن گھمڻ جي،
اسانجي اگھڻ تي نقابن سان هلجان.

آهي سار تنهنجي ٿڌي جي هوا جيئن،
سجاول ۾ سپرين عُقابن جيئن ڏسجان.

ڪينجهر ڪناري ڇو نوري اُجي آ؟
آهي عشق آهنجو عذابن ۾ ڪِلجان.

مقدس متي آ دشمن گھٽا ئي،
لاڙ سان لڳي آ ثوابن سان هلجان.

# غزل

ديس تنهنجي درد تان، ڇو نہ تو ماريو وڃان،
تنهنجي منڙن ماڻهن مٿان، ڇو نہ تو واريو وڃان

دل ٻُڏي ڪَهڙِي گهڙِي، سَارَ تنهنجي ڪيئن ڇڏيان،
رات گذري سَيرَ ۾، صبح ڇو نہ تو تاريو وڃان.

سنڌ تُنهنجي سونهن ڪي تو سَوَ سجدا ڪيان،
بلدیہ فيڪٽريءَ جيان ڇو نہ تو ساڙيو وڃان.

عشق جي مونکي سُتي "مظفر" ازل کان آهي ملي!
اِنَ پيار جي پاداش ۾، ڇو نہ تو واڙيو وڃان.

گهايل تنهنجا ڳوٺ ۽ ڪراچي ڪي تو قيدي ڏسان،
هيءَ حياتي هٿ ڪڙين تان، ڇونہ تو گهوريو وڃان.

# غزل

سدا تنهنجون راهون،تڪيندا رهون تا،
صدين کان توکي، سڏيندا رهون تا.

نہ تو پيار پلجي، نہ تو جيءُ جهلجي،
پرين پاڻُ ڏاڍو، پليندا رهون تا.

ڳلن تي ڳوڙها، ڪئي ڳالهيون ڪن تا،
چرين جيئن روئندا ۽ کلندا رهون تا.

ملڪ جي موسم ۾، وڇڙي وڃين ٿو،
پپِلَ جي پتن جيئن، ڇڻندا رهون تا.

جڏهن موت ماري، پرين پوءِ وڃجان،
پتنگ جيئن "مظفر"، سڙندا رهون تا.

# غزل

اجان دل قلندر تہ ڏڙڪي پئي،
ڇو اڪ اسان جي ڦڙڪي پئي؟

سدا سائو پلڙو ڏسان سنڌ ۾،
ڇو نياڻين جي گردن لڙڪي پئي؟

نہ پٽن تي پريل بادل تا برسن،
رڳو وڄ وَلهار تي ڪڙڪي پئي؟

خدا جا خلقيل جي بندا آهيون،
تہ ڇو موت مارن ڪي رڙڪي پئي؟

ابهم ٻچڙا ٻڪن ۾ مرن تا،
ڇو باھ اجان نہ ڀڙڪي پئي؟

## غزل

هر اُيرندڙ سج ڏانهن نهاريون ٿا،
رڳو پاڻ ئي پاڻ کي ساڙيون ٿا.

رهبر آهن راهه ۾ رهزن بڻيا،
پاڻ وچن ويڙهيچن سان پاڙيون ٿا.

جن سنڌ جي وحدت تي وار ڪيا،
تن لاءِ ڇو اڄ لڙڪ لاڙيون ٿا؟

جن اسان جو صوفي تشخص لٽيو،
تن تاتارين کي ڇو نہ تاڙيون ٿا؟

جن قيادت ڪُهائي،ڪپي ڪپي ڇيو،
تن ياڙين تي ڇو اڄ ياڙيون ٿا؟

# غزل

سدا سنڌ پيتائي کي ڇا لاءِ وٺي هئي؟
چو پيٽ جي دل وٽان دلبر بڻي هئي؟

نہ مارن کي مايوسيءَ مان مھٽا ڏنائين،
سڄي سنڌ سُرمو ۽ اک جي اَٽي هئي.

لکي ديس تي گيت عبادت کيائين،
سورمين جي سينڌ کي ڏنائين ڦٽي هئي.

ڪڏ تهذيبن جي ماتي جو جھومر هئاسين،
هڪ غلطيءَ ۾ سنڌڙي پيل جيئن ڇٽي وئي.

لطيف جي خوابن جي سنڌ نہ جوڙي سگھياسين،
جا دنيا ۾ امن ۽ محبت جي مالڪ ٽيٽي هئي.

# غزل

نہ تو پيار پرچين، نہ تو يار وسرين،
بهارن جي موسم ۾، تو دلدار وڇڙين.

سڄڻ توکان وڇڙي، مان واٽون تڪيان ٿو،
نہ تو سج تي نڪرين، نہ تو چنڊ اُڀرين.

اکين ۾ اَڌُورا ڪي سپنا تا جاڳن،
اڃان آس آهي، سَرن جيئن تو نِسرين.

دلڙي اوهان سان ٿي ڌڙڪي تي دلبر،
ملڻ جي بهاني، گهر کان جي نڪرين.

گهڙي جي سهاري، مان سِيرُن گهڙان ٿو،
سُهڻيءَ جيئن مران، تہ روئجان نہ سُپرين.

# غزل

اڙي عشق تنهنجا، طلب گار آهيون،
اسان تہ گهڻا ئي، گناھ گار آهيون.

طلب آ توسان، تهڪ ڏئي ڪلڻ جي،
جدائي ۾ جانب، ٿيا غم خوار آهيون.

تنهنجي ڪاڪل جا، ڏس قيدي بڻياسين،
دل جي دنيا جا، مگر شهسوار آهيون.

اوندھ سان جهيڙيندا، وڙهندا رهون ٿا،
سدا روشنين جا، رهيا دلدار آهيون.

وڪڻي وطن کي، دبئي جي پڇي ويا،
اسان سهڻي سان، بيٺا ميهار آهيون.

# غزل

ها ماڻ ڪڙوو روز جيئان تو
توهر سارو روز پيئان تو.

محبت مونکي پاليو آهي دلبر!
ٻچيءَ تنهنجو هار ٿيان تو.

سپيءَ ڪيڏا سڏ ڪيا ها
سڪ مان توکي سمنڊ ڏيان تو.

ڪنڊا من ۾ روز چڀن تا
گهايل ڪيڏا گيت چٽيان تو.

ٻَبُرَ جي مان ٻُور مثل هان
منڊ اچڻ تي يار ڇٽان تو.

# غزل

پيار جي پنڌ ۾، اسان اڪيلا ناهيون،
عشق جي ٻنڌڻن ۾، سڀ ٻڌبا آهيون.

ڪير ڪلندو يا رڻن ۾ روئندو رهي،
درد جي ڏڱ تي، مرڪي ملندا آهيون.

سسئي جا سور، نہ سمجهي سگهيا سين،
سِيَر ۾ سهڻيءَ جيان، ڇو گهڙندا آهيون؟

موت ۽ حيات جو، نہ فڪر نہ حساب،
يار جي گهٽيءَ تي، ڇو فدا آهيون؟

ڪاريءَ تي پيرَ جو، "مظفر" آهي مزو،
دل سان دلبرن ڪان، ڇو ڏنگبا آهيون؟

# غزل

بٽيو ڪين پئرس پنهنجو لاڙڪاڻو،
ڦريال ڦري وئي سڄو شهر ـ ناڻو.

شڪارپور جي ڳل تي مان ڳوڙها ڏسان ٿو،
ماريو ويو ننڍڙو ڇو راڻي ۾ راڻو؟

هو سنڌوءَ جي ڪناري سکر ڇو اڄو آ ؟
وڪي وئي هر شيءِ جيئن جيل ۾ ٿاڻو.

ڏسي حيدرآباد، دل ۾ خنجر ڪپي ٿو،
هرهڪ جيالو آهي وڏي واڪ وڪاڻو.

دادوءَ ۾ پئي ڏوڙ ۾ دز اڏامي،
بلاول لئہ پيهر ـ سڄايل آ گهاڻو.

سڄي سنڌ يوتار ۾ زردار لئہ آ،
خلق لاءِ اڄ ٻي آ زنده ضياءُ ڪاڻو.

هو منوڙو، ڪياماڙي، ڪراچي ڪُسي پئي،
ضمير ڪانسواءِ شاهه شڪرو اگهاڻو

سنڌ سڏي ٿي پئي

# غزل

اجان ڇو سنڌ ۾ تڪو تاءُ ناهي؟
وريو ڇو وطن تي ڏڪڻ واءُ ناهي؟

ڪانئرن کي ڪلندي ڪيڪاريو وڃي ٿو،
منافقن جو ملڪ ۾ وڏو آڌرڀاءُ آهي.

غدارن کي گھر گھر گھرايو وڃي ٿو!
پراڻو زخم آ، وڏي ٽيو گھاءُ آهي.

هوائون بہ وطن جون وڪڻي ڇڏيائون،
تڏهن تہ سنڌ ۾ لهوءَ جو هڳاءُ آهي.

ڪرپشن جو يارو ڪيڏو ڪمال آهي،
مَلڪَ سان سنڌ جو مُڪُ مُڪاءُ آهي.

سنڌ ۾ ڏاڙي وال تہ ڏاڍا آيا آهن،
زردار جو دبئيءَ ۾ لڳ لڳاءُ آهي!

# غزل

دلبر شهر جا جڏهن بہ ٿاور ها ڪريا،
تڏهن اکڙين مان بہ ڳوڙها ها ڳڙيا.

هئہ هئہ اُها ياد جيءُ جهوري ٿي وجهي،
جنهن گهڙي شهرِ جانان ۾ ٿي ٿاور جُهريا.

مون سمجهيو هو رڳو منهنجي دل آ ٿٿي،
پر دنيا ءِ جي دلبرن جا، ها ويڙها سڙيا.

هي جُنوني نہ ڄاڻن ٿا عشق جي انداز کي،
ديوانہ هر ديس جا، مون جيان ها رڙيا.

# غزل

اکين جي آکيري مان پکين جيئن اڏامي وئي،
چٽنگ جا ينيت بٽي سا وسامي وئي.

نہ پرھ جو آ پتو، نہ زندگي ۾ آ مزو،
اسان جي ھيءَ حياتي، قيديءَ جيئن وھامي وئي!

ڇا اميد باقي آ ۽ زندھ کو ساقي آ؟
پُٺيءَ ۾ آ خنجر کُتو ۽ دوستي بہ جامي وئي.

چڱو ٿيو جو دوستي ٽُٽي مڱٽھارن سان،
لڳو ايئن تہ زندگي پوري ٿي ۽ غلامي وئي.

غدارن جي ڪڙم ۾ اٽڻ جو کھڙو مزو!
چنيسرن ۽ منافقن جي "مظفر"سلامي وئي.

# غزل

دلبر دلڙي چري آهي، تڏهن توتي وَرِي آهي،
خوشحالي جا خواب تا جاڳن، چو سنڌڙي سَڙي آهي؟

هڪ ڏينهن يار ملندو ۽ خوش ٿي سنسار ڪلندو،
اسان جي دل وطن تي، چڪور جيئن چَرِي آهي.

صدين کان سِيرَ ۾ سنڌڙي، ميهر بيٺو ڪناري آ
ڪٺي ڪچو گهڙو سهٽي، درياهہ ۾ چو گهِڙِي آهي؟

ٻڌايان ڪنهن کي تہ جاڳي پيو، ڏيهہ ۾ ڏاڍُ،
آجپي جو واءُ ورندو، دل جي ڪليل دري آهي.

# غزل

هلي آ شام جھومي پئي،
متان پوءِ رات روئين تون.

اسان جي خيال جا موتي،
پريِنءَ جي هار ۾ پوئين تون.

خزان خنجر ڪٽي تي پئي،
سڄڻ سونهن نہ ڪوئين تون.

وڏي گردن گلابن جا،
چو هتڙا تو ڏوئين تون؟

وٺي ويا جَتَ جانيءَ کي،
متان پنھونءَ کي لوئين تون.

# غزل

اڙي درد توکي مان دارون ڏيان ڇو؟
ڳلن تي ڳوڙهن جون قطارون ڏيان ڇو؟

مڌ تي ويتر وڌين ۽ رچين تو!
قيديءَ جهڙيون بيوس ميارون ڏيان ڇو؟

قيدخاني ۾ تون آهين ڏاڍو مليو!
خوشين جون توکي بهارون ڏيان ڇو؟

اجان تورو ترس، پرهه ته ڦٽڻ ڏي!
پکين جي ولر کي پڪارون ڏيان ڇو؟

دوکي جي ديوار ڇا رهڻي سدا آ؟
هٿ ڪڙين ۾ قيدي اڏارون ڏيان ڇو؟

# غزل

اجان دل اوهان کي بهارون منجي پئي،
هوائن هٿان دوست ميارون منجي پئي.

آهي فيس بوڪ جو ڪيڏو تکڙو زمانو،
تڏهن تہ تکيون توکي تارون منجي پئي.

زماني جي گردش جو قيدي بڻيون آن،
پکين جهڙيون آزاد اُڏارون منجي پئي.

بہ چار ڏهاڙا جي گڏجي گهميا سين،
ڪلڪتي سنديون سڀ سارون منجي پئي.

تاج محل کان بہ سهڻو حسن تي لڳو،
آگري جي سفر جون هبڪارون منجي پئي.

وري ڪير شانتي نڪيتن جي شامن ۾ رُلندو،
ٽئگور جي گيتن جون پڪارون منجي پئي.

# غزل

آءُ منڙن منافقن سان ملي تا ڏسون،
يلي دل جَلي پر کلي تا ڏسون.

چاڙهون تا تہ قوم جا تيندا نہ هو،
پاڻ تي پٿر رکي بہ هلي تا ڏسون.

خالي جهولي اٿن، دل بہ ميري اٿن،
پريل بوتل جيئان، ڇُلي تا ڏسون.

لفظن جي جاُدوگري سان دانشور ٿيا،
بي ڪار باهہ ۾ يارو جَلي تا ڏسون.

نہ پڇاڙو تا ڪيون، نہ رُساڙو ڪيون،
سنڌ ۾ غدار بہ هاڻي وَلي تا ڏسون.

# غزل

هيءَ غلامي جا ذهنن کي تالا هٽي پئي،
سنڌ کي صدين کان ڇا لئِه وٺي پئي؟

هر جبر کي سهون ٿا پنهنجي تقدير سمجهي،
تڏهن تہ ماءُ ٻيڙي گهوٽن جا لاشا کٽي پئي!

قيدخانو جي ڊهندو تہ روشن آئيندو ايندو،
وطن ۾ زندگي انبن جي ٻُورَ جيئن ڇٽي پئي!

آجپي جون آسون، اميدون اُجاري هلون ٿا،
اڃان تہ ڌرتي کونڌر ٻچڙا ڄڻي پئي

# غزل

وريِ دل انگوري کي تا کيڙي ڏسون،
اکڙين ۾ گلابن کي تا ميڙي ڏسون.

مليون جي نگاهون تہ مدهوش ٿياسين،
پئرس ۾ پرينءَ کي تا ڇيڙي ڏسون.

اسان کي خوشبو ڇو خنجر هڻي ٿي؟
گهٽين ۾ گلن کي تا روڙي ڏسون.

وائِين ڇو وطن جيئن وِسري نٿي؟
سدا دل قلندري کي تا ڇوڙي ڏسون.

حُسِنَ جا ٽاور اچان اوچا ڏسان ٿو،
عشق جا عَلَمَ ڪيئي تا کوڙي ڏسون.

دل جي دنيا ۾ ڪيڏو رلندا رهياسين،
نہ واٽون وطن جون تا موڙي ڏسون.

# غزل

ٻري پئي رات چوڏهينءَ جي، چنڊ چو ڪنو ناهي؟
ڇپائين چنڊ چريو ناهي، ڌرتيءَ تي لٿو ناهي.

اجارا نيڻ تڙپن ٿا، گهٽائون ٻہ تہ گهايل هن،
پرين نقابن ۾ نڪري ٿو، اسان دل پري ڏٺو ناهي.

پٽون بدن جيئن پياسون هن، ننگر ٻہ نهاري پيو،
اڃان عشق آرائينءَ جو، چو جل ٿل وٺو ناهي؟

سمهاري سنڌ ساريءَ کي، ڏيرن ڏوهہ ڪيڙو آ،
ٻڌيو آ ڪيچ جو قيدي، پنهون پاڻ ڪان رٺو ناهي.

هٿ ڪڙين ۽ بيڙين ۾، پلا ڪير چڱو چئبو!؟
اسان خنجر غلاميءَ جو، ڇا سيني ۾ ستو ناهي؟

# غزل

دلبر هيءَ دل رڙي ڇو پئي؟
زماني سان ايڏو لڙي ڇو پئي؟

ناهي لڳي باھ تہ پورل پوءِ،
سدا سنڌ جيئن سڙي ڇو پئي؟

ڏيان مان دانهن ڪنهن کي ڪيئن،
چنيسرن سان وڙهي ڇو پئي؟

ڏکن ۾ آ زندگي گذري وئي،
بکن کي ڇچ ۾ چڙهي ڇو پئي؟

ڇون تا تہ سنڌ سلاخن ۾ ناهي!
پوءِ تيل ڪڙاهي ۾ ڪڙهي ڇو پئي؟

# غزل

کڏهن سنڌ جيجل تي پرڀات ٿيندي،
کڏهن رات کٽندي، پکين لات ٿيندي.

غلاميءَ ۾ گهٽجو ٿي غافل رهياسين،
کڏهن مند ورندي ۽ ملاقات ٿيندي.

چو منکر تنهنجا ماٺهو ڏسان ٿو؟
کڏهن تنهنجي آجپي سندي بات ٿيندي؟

هت کڙين ۾ ٻه هلندا رهون ٿا!
سچي سنڌ يارو ڇا حوالات ٿيندي؟

اسان ميلن ۾ کيڏو نچندا رهون ٿا،
کڏهن سنڌ اٿندي ۽ ڪرامات ٿيندي.

* ”کڏهن محب ملندين ملاقات ٿيندي“ کان متاثر ٿي لکيل

# غزل

پاڻ چڱ خودڪش بمبار آهيون،
يار زماني لاءِ سفا بيڪار آهيون.

راشي ۽ نازي ڊچن تا ڪيڏو،
رهيا وطن سان سدا وفادار آهيون.

وفا جي پنڌ ۾ ماريا وڃون تا،
نہ ڪنهن جا .واتا، ڪمدار آهيون.

سدا سنڌ تنهنجا ويڙها وسن شل،
ويڪائو ميڙن جا نہ مهندار آهيون.

هتڪڙين ۾ توکي جيجل ڏسان تو،
ٿيا ڇو نہ غلاميءَ ۾ شرمسار آهيون؟

لٽي ويا سنڌڙيءَ کي دلال ڪيئي،
نہ ڪان سوا دانشور، قلمڪار آهيون.

# غزل

(لڇمڻ ڪومل جي وڇوڙي تي)

جيءَ جي جلاوطني، ڏکھي ٿي وئي آ
هن جنم ۾ جاني، سڄي ٿي وئي آ

اڳلي جنم مان، ڇمان شال سنڌ ۾
خواهش ڇمڻ جي، گھٽي ٿي وئي آ

اکيون جي کُلَن ٿ، ڏسان مان سنڌڙي
جيجل کي ڇڏڻ جي، غلطي ٿي وئي آ

خوشين جا خزانا، هند کي ڏناسين!
سنڌڙي اسان جي، ڏکي ٿي وئي آ

امن جو ڪبوتر، اُڏامي ويو سنڌ مان
لڳي ٿو اسان سان، ٺڳي ٿي وئي آ

موهن، شيام ۽ لڇمڻ ٻ هليو ويو
هيءَ حياتي "مظفر" مڪلي ٿي وئي آ.

# غزل

## (گلن جهڙن ٻارن ڏانهن)

نہ تولو، نہ ماشو، نہ ٿي پاءُ آهيون،
اسان تہ اوهان جا پيءُ ماءُ آهيون.

اوهان جي ترقيءَ جا طلب گار آهيون،
ڪنهن لاءِ نہ ڪوسو واءُ آهيون.

چنڊ ستارن جيئن توهان کي ٿا پائيون،
رڳو ٿا توهان کان گلن جو هڳاءُ چاهيون.

اڄي نہ اوهان تي ڪا مشڪل گهڙي،
توهان سان زندگيءَ جو لڳاءُ آهيون.

مري بہ وڃون تہ وساري نہ ڇڏجو،
يادن جو اهڙو ٿا لڪاءُ چاهيون.

# بيت

گورک تنهنجا گهاوَ، ڪٽي آيس گَڏُ،
ٻڌم ٻوڙو سڏ، آڌيءَ رات اتي ڪري.

***

ٻڌي ٻوڙو سڏ، روئي وينس رات،
ڪهڙي ڪيان بات، سنڌڙي تنهنجي سونهن جي.

***

سنڌڙيءَ تنهنجي سونهن جي، تارن ڪئي تي بات،
چڪ وجهي چَپَ ۾، چَنڊُ رُنو تي رات،
آهي سيني مات، ناهي تنهنجو مَٽُ ڪو.

***

ناهي اُن جو مَٽُ ڪو، گورک هلي ڏس،
پرين پنهنجو پَسُ، چڙهي چوڏهينءَ رات جو.

***

چڙهي چوڏهينءَ رات جو، نيٽُن اڏامي ننڊ،
چمي ڏي تون چنڊ، ناهي چَينُ چريءَ کي.

***

ناهي چين چريءَ کي، ڏسي تنهنجا ڏُکَ،
دلڙي ٿي وئي سُکَ گورک واري گل ۾.

***

گورک واري گل ۾، ڏڙڪي پئي دلڙي،
رُسي مونکان راتڙي، توکي ساري سپرين.

***

توکي ساري سپرين، روئي وينس رات،
ڏيئي مونکي ڏات، وڃڻ جون تو ڳالهيون ڪرين.

***

وڃڻ جون تو ڳالهيون ڪري، پهاڙن ڪان تہ پُڇُ،
ڪراچيءَ جيئن نہ لُڇُ، ڪاڇو ڪُتل قرب جو.

***

ڪاڇو ڪُتل قرب جو، نفرت ڪان آ ڏور،
جيئن مينهن ڪنڌي پُور، تيئن منڇر-گورک پاڻ ۾.

***

منڇر منهنجي من ۾، سيوهڻ جو آ سَڏُ،
لڪيءَ ۾ نہ لُڏُ، ستل آهي سنڌڙي.

***

چندن چيلهارَ جا، ڍاتي ڪين چَرَنِ،
ٻکن منجهہ مَرنِ، ابهمَ ساري سنڌ جا.

ابهمَ ساري سنڌ جا، در در پيا پِنن،
ڌاريا آهن سُکنِ، مارُن جي مال تي.

مارُن جي مال تي، ڌاڙا پيا لڳن،
غدار پيا گهمن، ناهي تِن نکُ ڪو.

ناهي تِن ڪي نکُ ڪو، تَہ لڄايئون ماءُ،
وري نٽي واءُ، جي ڪيڏي رستا روڪ تي.

رستي ڪيڏي روڪ تي، ڪوپا ڪَنڌَ ڪِرَنِ،
موڙنِ ۾ تا مَرنِ، گهوٽ سهٽي سنڌ جا.

گهوٽ سهٽي سنڌ جا، نہ تا آٽ مڃن،
لائون لال لَهنِ، سنڌڙي تنهنجي سِڪَ ۾.

سنڌڙي تنهنجي سِڪَ ۾، قيدي تي نہ مران،
ٻيهر شال ڄمان، جيجل تنهنجي ڪُکِ مان.

جيجل تنهنجي ڪُکِ مان، دودا دلير ڄمن،
ڪٽي ڳاٽُ ڇَوَن، سنڌ اسان جي ماءُ آ.

***

دليون اسان جون ڏنگجي ويون هن
جوانيون رت ۾ رنگجي ويون هن
ڪڏهن واءُ ورندو، ڪڏهن طوق ٽٽندو؟
هٿ ڪڙيون ٻ هاڻي زنگجي ويون هن!

***

نه دَردُ تو ڏِٺو لڳي، نه فرض تو پورو ٿئي،
نه يار تو مونکي ملي ۽ دل پئي منهنجي ڏُکي،
بس هڪ آس آ جا پئي ڏيئي جيئڻ دُکي،
اجان پئي سِڪي، سنڌڙي هن سَنسارَ ۾.

***

## بيلجم کي پيتا

هن ناحق لهوءَ جي، ڪنهن کي ڏيان مان دانهن،
بيلجم جي پيگي بانهن، جنت جي جوڏن هٿان.

رت وهايو يورپ جو، جنت جي جوڏن،
عرب انڌن، شودن، امن کي قيدي ڪيو.

پکين جهڙي ديس ۾، امن قيدي ٿيو،
ڪارو ويس ڪيو، برسلز جي بازار اڄ.

برسلز جي بازار ڪيو، سهڻن جو اڄ سوڳ،
دين ڌرم جو روڳ، آهي هر ڪنهن من ۾.

هر ماڻهو جو من ٿيو، تشدد ڪان باغي،
دهشت ٿي داغي، معصومن جي رت سان.

***

ڇو پوپٽ ۽ پنيوريون گلن ڪي چُمن ٿا؟
دلين ڪي ڏُکائي خوشبوئن سان ملن ٿا،
دَردُ پنهنجي پَرنِ ۾ لڪائي بہ راضي رهن ٿا،
نہ عشق ٿي ڇڏن ٿا، نہ رنگن ڪان رُسن ٿا.

***

ٿيا وطن جي غم ڪان غافل ناهيون
ظالم زماني جي نظرن ۾ پاڳل آهيون
ويڪائو قلمڪارن جا اسان يار ناهيون
نہ ٿيا زردارن جي ڪُرَم ۾ شامل آهيون.

***

ڏُهلاري دانشور ڏني فتوا تہ وطن پرستي انتهاپسندي آ،
تاريخ ٻڌائي پئي يارو تہ عاشقي نہ الزام ڏسندي آ،
پل سچ جي راهہ ۾ مخدوم بلاول جيئن پيڙهيا وڃون،
پر مومل موت جي منهن ۾ بہ راڻي ڪان نہ رسندي آ.

***

جڏهن دلبر ديس کي تا چاهيوَن
ويڪائو دانشورن کي لڳن ٿيون باهيون
اسين خادم ۽ عاشق وطن جا
ٿيا ٻي ڪنهن در جا غلام ناهيون.

***

## ٿـڙيا ها گُلَ ٿاريءَ ۾

ٿڙيا ها گُلَ ٿاريءَ ۾، حسينن کي ڏٺائون پئي،
وري چا مُند ايندي ڪا، پهاڙن کان پڇائون پئي؟
خوشبو ڪنوارن گلن جي هئي، گهليون قاتل هوائون پئي،
ڪِليو ڪيرٿر خمارن مان، لامن کي لائون ڏئي!
سڏڪي رات ساري هئي، ستارن کي دعائون ڏئي،
پهاڙن کي يري ياڪر، پريںءَ کي الوداعون چئي،
گورک گهٽو ئي گهايل ٿيو، دلبر کي دانهون ڏئي.

# ایلان کردی کے نام



انسانیت ساحل پر سسک رہی ہے
اور سمندر کی ننگی ریت پر مر رہی ہے
وہ بچہ جو وقت سے پہلے ڈوب گیا
زندگی سے جیسے روٹھ گیا
اپنے بچوں کو کیسے بہلاؤ گے ؟
کیا ریت کے آنسوؤں سے نہلاؤ گے ؟!
وہ بچہ جو ابن آدم کی اولاد تھا
وہ بچہ جسکو سمندر بھی نہ نگل سکا
وہ بچہ جو دنیا کو، امن کا پیغام بھی ہے

وہ بچہ جو بارود بھی ہے

وہ بچہ جو اندھیری رات میں

جگنو کی طرح

وہ بچہ جو ماں اور کشتی سمیت ڈوب گیا

وہ بچہ جو عالمی ضمیر کو جھنجھوڑ گیا

وہ بچہ جو ہار کر بھی جیت گیا!!

وہ بچہ جو عرب شہزادوں کی شکست بھی ہے

اور وہ بچہ بادشاہت کے تابوت میں

آخری کیل بھی ہے

وہ بچہ جو بن لادن کا پیغام نہ تھا

وہ بچہ جو امن اور زندگی کی تلاش میں ڈوب گیا

وہ بچہ جو عرب کی مٹی میں دفن ہو گیا

ہاں اس بچے کا قاتل میں بھی ہوں

اور اس بچے کے قاتل تم بھی ہو۔

# غزل

میں پورے کا پورا وچن بیچ دیتا ہوں!
اپنی قوم کے بچوں کا چمن بیچ دیتا ہوں

بیچنے کی امید میں رات بھر جاگتا رہتا ہوں
اور صبح کی پہلی کرن بیچ دیتا ہوں

کیا کروں چاند ستارے دور ہیں مجھ سے!
اس لیئے تو سمندر اور قبرستان بیچ دیتا ہوں

طاقت کا سرچشمہ کہاں ہے سوچو؟
عوام کا روٹی، کپڑا اور مکان بیچ دیتا ہوں

بمبینو نے بنایا مجھ کو بے حس و بیمار
اس لیئے تو بینظیر کا کفن بیچ دیتا ہوں۔

# سدا موجود ہوں

شمس تبریز کی طرح
میرا سورج ملاؤ مجھے
یا پھر تپتی ریت پر
نچاؤ رومی کی طرح!
میں جو منصور ہوں،
ان الحق کی آواز ہوں،
رابعہ کا راز ہوں،
ننگے سرمد کا ساز ہوں
دارا کے درد میں ڈوبا رہا
عشق سے کبھی روٹھا نہیں،
ملنے کی آس میں ٹوٹا نہیں
میں جو سدا موجود ہوں
جنگل میں گوتم کی طرح
اور سیہون میں قلندر کی طرح
صدیوں سے میں سویا نہیں!
جدائی میں کبھی رویا نہیں!

## ہر گھر سے بھٹو نکلے گا

ہر گھر سے بھٹو نکلے گا
پنجاب سے بھٹو نکل گیا
اب سندھ سے بھٹو نکلے گا
ضیاء کا خواب پورا ہوا
اب پی پی کا جنازہ نکلے گا
سندھ تو تونے بیچ دیا
اب قبروں کو بھی بیچے گا
قتل تو تونے کئی کئے
بی بی کا قاتل بھی کہلائے گا
زرداری سے تو زردار بنا
اب سندھ کو کیا بہلائے گا۔

مظفر جي شاعريءَ ۾ منافق، ڪوڙي، راشي، غدار ۽ دانش جا ڍُهل وڄائي پاڻ کي وڪري لاءِ پيش ڪندڙ دانشور ۽ شاعر، محروم ماڻهن جي اٿاهه غربت، اُگهاڙي انگ ۽ بي وسيءَ جي مارڪيٽنگ ڪري فنڊ وٺي هڙپ ڪندڙن ۽ عورت زاد جي نقلي نمائندن لاءِ هيڪاندي ڌڪار آهي. اُن ڌِڪار، ان جي اظهار جي نتيجي ۾ مليل تنهائيءَ ۽ ڪجهه به تبديل نه ڪري سگهڻ جي ادراڪ جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ بي وَسيءَ، انهن ٽنهي عنصرن گڏجي ڪيس لڳ ڀڳ مجذوب بڻائي ڇڏيو آهي.

مظفر جي شاعريءَ ۾ توهان کي "زردار" متعلق به نظم پڙهڻ لاءِ ملندا. جيئن مظفر ان ڪردار کي Portray ڪري ٿو، اُن کي ڏسي مون کي انگريز ناول نگار انٿوني ٽرولوپ (Anthony Trollope) جو ناول "The Way We Live Now" (اسان جيئن هاڻي جيئون پيا) ياد اچي ٿو. اُن ناول جي ڪردار آگسٽس ميلموٽي ۽ مظفر جي ڪردار "زردار" ۾ حيرت انگيز هڪجهڙايون آهن. آگسٽس ميلموٽي هڪ بي انتها امير ڪبير شيطان ۽ ڪميٽي شهري بدمعاش جو نالو آهي جنهن کي انگريزي فڪشن جو ناقابلِ فراموش راڪشس ليکيو وڃي ٿو. ميلموٽي هڪ مغرور، بي رحم، ڪرپٽ ۽ ايترو ته امير ۽ بااثر هيو جو سندس مڃڻ هو ته هُو سياسي اثر رُسوخ سميت هر شيءِ خريد ڪري سگهي ٿو.

**ارشاد ڪاظمي**

ويجهي ماضيءَ ۾ مونکي پنهنجي چوڌاري مظفر چانڊيي جهڙو اهڙو ڪو به ماڻهو نظر نه آيو آهي جنهن پنهنجي دوستين، دشمنين، محبتن ۽ نفرتن جو محور "سنڌ دوستي ۽ سنڌ دشمنيءَ" کي بڻايو هجي. ماضيءَ جي عظيم رهبرن ڪان وٺي اڄوڪن انقلابين تائين ۽ ڪمال جي ليکڪن ڪان وٺي جلال جي مقررن تائين، سنڌ جي ڪيترن ئي وڏن نالن ۽ ڪردارن "ذاتي دوستي" يا "خانداني تعلقات" جو بهانو بڻائي وقت جي حاڪمن ۽ حڪومتن ڪان وڏا وڏا ذاتي ۽ مالي فائدا حاصل ڪيا آهن پر مظفر چانڊيي 2012ع واري ٻٽي مڪاني نظام خلاف اديبن ۽ شاعرن جي تحريڪ جي سرواڻيءَ دوران پنهنجي دوستن جي ان سڄي لسٽ کي ليڪ ڏئي ڇڏي، جيڪي سڌي، اڻسڌي يا ابتي طرح پ پ سرڪار ۽ ان جي ٻٽي مڪاني نظام جا حامي هئا.

سنڌ ۾ لکڻ، ڳائڻ ۽ ڳالهائڻ جي ماهرن، مشاقن، ڪاريگرن توڙي بازيگرن جي ڪا ڪوٽ نه آهي، نه ئي وري لپاڙين ۽ جڳاڙين جي ڪا ڪمي آهي پر ذهني چٽائيءَ وارن انهن باڪردار ۽ باضمير ماڻهن جي نهايت ڪوٽ آهي جيڪي مظفر چانڊيي وانگي سنڌ جي مظلوم ماڻهن سان هر ڏک، ٻک، [illegible] سِيرَ، اوندهه توڙي اندوهڪار (انڌڪار) ۾ ايئن ئي گڏ هجن، جيئن ڀٽائيءَ بيان ڪيو [illegible] ته:

"يا ته ڪنڌيءَ ڪن۔ يا ساڻ [illegible] سير ۾."

**منظور سولنگي**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڏي ٿي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ، نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)